# GARDISH

(SHORT STORIES)

Written By :
**Amarlal Gopalani**



Year of Publication: **March 2012**

Copies : **500**

Price: **Rs. 100-00**

Writer's Address :
E -98, Socket, INDORE
Mobile: 09424013026

Cover Desgin By:

**MAHESH**

Composed By:
**MAHESH PRINTING PRESS**
6, Rajavir Road, Kubernagar, Ahmedabad-382340.
Phone: 22819967 (M) 9879089811 (R) 22812678

Printed By:
**SHREENATH JI PRINTERS**
Nr. Medavali Chali's, Nr. Vijay Rubbers, B/h. Commissioner Office, Tavdipura, Ahmedabad-4.

With Financial help of
**NATIONAL COUNCIL FOR PROMOTION OF SINDHI LANGUAGE (NCPSL), New Delhi-6.**

# پيش لفظ.....

ساٿي امرلعل گوپلاڻيءَ جي هيءَ اصلوڪي ڪهاڻين جو مجموعو اوهان جي هٿن ۾ آهي. هي ساٿي هرفن مؤلا آهي، مني ڪهاڻيون بہ لکي تہ ننديا ناول بہ لکي، ڊراما اِسڪرپٽ بہ لکي تہ شعر و شاعري بہ ڪري. مطلب تہ جڏهن بہ ڪائي سماج جي برائي نظر ايندس يا وري ڪڏهن ڪو سُنو نئون خيال ذهن ۾ ايندس تہ جهٽ پٽ ان کي پنهنجي رچنا ۾ آڻيندو ۽ پوءِ ساهت جي ڪانہ ڪا صنف نهي پوندي. هي همراه سٺ سالن کان لکي رهيو آهي. هندواسي، هندستان، سنڌو ڌارا، هندو اجمير، چئلينج، راج فلمستان ۽ هاڻي چٽگون هفتيوار اِخبارن ۾ لڳاتار لکندو رهيو آهي پر بدقسمتي اِها تہ پاڻ وٽ ڪاپي ڪانہ رکيائين ۽ نہ ئي اِخبارون ئي سنڀالي رکيائين. حقيقت ۾ ڏوه امرلعل گوپلاڻيءَ جو بہ ناهي ڇو تہ سنڌ ڇڏڻ کانپوءِ هِت ٻين لکن سنڌين وانگر هن پڻ خوب ڪشٽ سٺا. پهرين پنهنجو وطن ڳوٺ خيرو ديرو ضلع لاڙڪاڻو ڇڏڻ کان پوءِ جنوري ١٩٤٨ ۾ هندستان جي مڌيہ ڀارت هاڻي مڌيہ پرديش پرانت جي ٻڙنگر ڳوٺ ۾ اچي رهيا. اِنهيءَ وقت ڪيس اڃا ڏاڙهي بہ ڪونہ آئي هئي. (پنهنجن وڏن، ماتا ست ڀاونا ۽ پتا گُرلداس سان گڏ لڏي وري اُجين شهر يعنيٰ مها ڪال نگريءَ ۾ اچي رهيا). ڪم ڪار نہ لڳو تہ جهانسي (يو. پي.) جي پرسان اورڇا ڪئمپ ۾ اچي ويا. پر ڪٿي بہ ٽِڪي نہ سگهيا ۽ اورڇا کانپوءِ اُجين اچي ويا ۽ سترهن سالن کان پوءِ وري ڀوپال ۾ آيا ۽ آخرڪار ١٩٧٢ ۾ اِندور اچي وسايائون. وڏي محنت ڪرڻ کانپوءِ اِندورم هٽي هنڌ ڪيائون. اِنهيءَ وچ ۾ ساهتڪ سفر هلندو رهيو. هن کي ڪو سنڌي ساهتڪار

ساڻي نہ مليو تہ هنديءَ ۾ لکڻ شروع ڪيائون ۽ هڪ ڪتاب ڪهاڻين جو هنديءَ ۾ پڻ ڇپايائون. پوءِ منهنجي ور چڙهيا تہ اڄ تائين فقط سنڌي سنڌي ئي ڪندا رهندا آهن. سائين جن کي پنهنجي ٻولي، ساهت، ڪلا ۽ سنسڪرتيءَ تي وڏو ناز آهي ۽ هاڻي جڏهن ٻار سڀ جوان ٿي گهر ٻار وارا ٿيا آهن ۽ بنگلا ڪارون بہ اچي ويون آهن تہ ڪين وقت بہ ڪم ڪرڻ لاءِ مليو آهي تہ سنڌي ڪهاڻين جو هي ڪتاب توهان جي سامهون آهي. پاڻ محنت مزدوري ڪرڻ کان پوءِ هاڻي چڱو ڀلو سيٺ آهي. پر خيال ساڳيا غريب پرور ۽ ڏکايلن جي مددگار وارا اٿس. هي پاڻ روايت پرست آهي ڇو تہ سنڌ جي يادگارين سان ۽ پنهنجي ماضيءَ سان رِشتو نہ ٿو ٽوڙي سگهجي ۽ اِهو ڪو سؤلو ڪم بہ ڪونهي. روايت پرست هوندي نون نون خيالن ۽ اڄ مطابق ۽ تقاضائن جي حساب سان اؤلاد کي پڙهايائين ۽ هن جي ڌيءَ ونيتا موٽلاڻيءَ ۽ سندس گهوٽ سنڌيت لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن ۽ پوٽا پوٽيون، ڏوهٽا ڏوهٽيون پڻ جديد تعليم وٺي رهيا آهن. پر سنسڪار سنڌين وارا ڪونہ ڇڏيا اٿن، ڇو تہ امرلعل گوپلاڻيءَ جو اثر سندن مٿان آهي. امرلعل پنهنجي آس پاس کان بي خبر ڪڏهن بہ نہ رهيو آهي ۽ هن جي ڪهاڻين ۾ پڻ اِهو نظر ايندو. هن ڪڏهن مال متاع جي زور تي سنڌيت بچائڻ جي ڳالهہ نہ ڪئي آهي. هو چوندا آهن تہ جذبي جو هجڻ ئي منزل تي پهچائيندو ۽ هڪ ڏينهن وري نئين سنڌ نهندي ۽ سنڌي ٻولي، ساهت ۽ سنسڪرتي کي اوج ملندو. ٻڄڻو ناهي، سنگهرش ڪرڻو آهي ۽ آخرڪار پنهنجا حق وٺي ڪامياب ٿينداسين. ضميرن جو واپار زورن تي آهي هرڪو پئسي ميڙڻ ۾ لڳل آهي پر امر

ڳوپلاڻيءَ پنهنجين ڪهاڻين ۾ ضمير جو سؤدو نہ ڪرڻ جو درس ڏيئي ٿو ۽ محنت ۽ ايمانداري سان ڪم ڪرڻ جي صلاح ڏيئي ٿو. هو هميشھ چوندا آهن تہ جيڪي ماڻهو شروع ۾ ئي نتيجي جي فڪر ڪندا آهن اِهي ڪڏهن بہ نئون ڪم هٿ ۾ نہ ڪٽي سگهندا آهن. اسان جو فرض آهي تہ محنت ڪريون، لگن ۽ ايمانداريءَ سان سنڌي ياڻرن ۽ ديش واسين لاءِ سوچيون پوءِ ضرور نئين صبح ٿيندي جڏهن ڪو تعليم کان محروم نہ هوندو، ڪو بيماريءَ سبب بغير سٺي ۽ صحيح علاج جي ڪونہ مرندو. هرڪنهن کي روزگار هوندو. عورت ۽ مرد ۾ ڪو تفاوت نہ هوندو. هرڪنهن کي پيٽ پالڻ کان پوءِ پسونءَ پکشين کي گره ٽکرو ڏيڻ لاءِ بہ هوندو.

چيتالي ڪهاڻي ۾ ڪيئن نہ سڀ ڪجهہ غريب آديواسين لاءِ ٿو ڪري. سرڪار کي پورو خاڪو ناهي ٿو ڏيئي تہ منهنجي هٿ ۾ هجي تہ مان بہ ائين ديش جو وڪاس ڪريان جو هر غريب کي رهڻ لاءِ گهر سان گڏو گڏ سڀ سهولتيون هجن. ديش ۾ امن امان هجي ۽ شانتيءَ ۾ ڪم ٿي ۽ غنڊاگردي ۽ پرشٽاچارين ۽ لُٽيرن جي جاءِ ۽ سود خورن جو گهر جيل هجي. امر ڳوپلاڻي پنهنجي ڪهاڻين ۾ اِنهن حقيقتن جو عڪس چِٽيو آهي جنهن ۾ زندگي ۽ ڪائنات جا مسئلا سمايل آهن. ڪين اِهو ان کي ڪو الهام نہ ٿيو هو پر پنهنجي زندگيءَ جي تجربن ۽ پنهنجي ڏاهپ ۽ فڪري وسعت جي ڪارڻ آهي تہ دنيا جي سيني ماڻهن جو خير! هن جون ڪهاڻيون پڙهڻ وارن کي سچائيءَ جو پيغام ڏين ٿيون ۽ جوش عمل جي طرف راغب ڪن ٿيون. هن جي ڪهاڻين ۾ ڪا نعري بازي ڪونہ ٿيل آهي پر آهستي آهستي ماڻهن جي

ضمير کي جهنجوڙين ٿيون ته کجهه ته سوچڻ تي مجبور ڪن ٿيون ۽ صحيح رستي هلڻ لاءِ همٿائين ٿيون.

- چُني لال ايس. واڌواڻي
بِي. اِي.
١٧٠، ايم، ڪاتيوالا ٽئنڪ،
اندور

تاريخ: مارچ، ٢٠١٢

# ليڪڪ طرفان...

پنهنجي ڪهاڻين جي باري ۾ تہ آءٌ ڪجھہ نہ چوندس، اِهو تہ آءٌ پاٺڪن تي ڇڏيان. سندن رايو صحي ۽ منظور.
آءٌ هتي پنهنجي ڪمزورين جو ئي ذڪر ڪندس. سڀ ڪان پهريائين خراب لڪاوت. جنهن وقت لکڻ شروع ڪيو اُن وقت نہ تہ ڪرسي ٽيبل جي لاءِ گهر ۾ جڳهہ ئي هئي ۽ نہ گنجائش. کٽ تي ويهي گود ۾ ويهاڻو رکي اُن تي ڪاپي ڪاغذ رکي لکڻو پوندو هو. اِهڙيءَ حالت ۾ لکاوت خراب ٿيڻ تہ لازمي ئي هئي. اِهڙي ڏکئي نموني لکڻ سبب همٿ ئي نہ ٿيندي هئي تہ لکيل کي ٻيهر لکي وري ان کي فيئر ڪريان. مول اِسڪرپٽ ڇپجڻ لاءِ موڪليندو رهيس. سنڌي اِخبارن ۽ مخزنن جي اِها روايت نہ هئي تہ ليکڪ کي سندس ڇپيل رچنا جي ڪاپي واپس موڪلين. ان ڪري جيڪي مون لکيو، ان جو مون وٽ ڪوئي بہ رِڪارڊ نہ رهيو. سڀ ياد بہ نہ اٿم تہ ڇا ڇا لکيو هو.

ٻي ڪمزوري سنڌي اکرن جي. سنڌ ۾ فقط پنجين درجي تائين ئي سنڌي ٻوليءَ ۾ پڙهائي ڪري سگهيس. جنوري ۱۹۴۸ع ۾ هندستان جي هندي ڀاشي پرانت مڌيہ ڀارت جي اُجين ضلع جي بڙنگر ڪسبي ۾ اچڻ ٿيو. سنڌي ٻوليءَ جي پڙهائي ڇٽي ويئي. جيڪي پڙهيو هيم، اُهو بہ ڏنڌلو پئجي ويو. سو لکڻ وقت سنڌي ٻوليءَ جا ڪي اکر مونجهارو پئدا ڪندا آهن. جيئن تہ ڪ ۽ ق، هہ، ح، ص، ث، س، ذ ز ض، ڇ ش، ف، ڦ وغيره. ڪڏهن غلط اکر بہ اچي ويندو آهي. اِها آهي ٻوليءَ جي ڪمزوري. ان لاءِ پاٺڪ منهنجي ڪمزورين کي نظر انداز ڪندا.

خاص ڳالهه آءُ پيشيور ۽ ليکڪ نہ آهيان. لکڻ منهنجو شونق آهي، فطرت آهي، دل سان لکندو آهيان. دماغي کسرت نہ کندو آهيان. منهنجي ٻوليءَ (لکڻيءَ جو طور طريقو) عام ماڻهن جي ٻولي آهي، اديبن جي شايد نہ هوندي. هندي ٻوليءَ کي هندستاني چوندا آهن. آءُ پنهنجي سنڌي ٻوليءَ کي سنڌستاني چوڻ وڌيڪ بهتر ٿو سمجهان. مونکي يقين آهي تہ منهنجي هيءَ ڪوشش عام پاٺڪن کي وڌيڪ پسند ايندي، نام نهاد اديبن کي شايد ئي. مون هي سڀ لکيو آهي عام جي لاءِ. عام جي روزاني جيون جون ڪجهہ ڳالهين کي پنهنجن ڪهاڻين ۾ قلم بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ان ڪري مون کي اُميد ئي نہ پر پڪ آهي تہ منهنجون هي ڪهاڻيون پاٺڪن جي دل کي ڌونڌاڙيندون، دل بهلائينديون، روئاري بہ سگهن ٿيون تہ وري ڪجهہ ڪهاڻيون ڪجهہ سوچڻ لاءِ ضرور مجبور بہ ڪري سگهن ٿيون ۽ ڪهاڻيون سِکون بہ ڏيئي سگهن ٿيون.

فيصلو توهان جي ئي هٿن ۾ آهي....

توهان ڪهاڻيون پڑهيون، توهان کي ڪهاڻيون ڪيئن لڳيون، توهان جي رد-عمل جي اِنتظار ۾....

فقط ايترو ئي

امر گوپالاڻي

اِي 98، ساڪيت، اِندور

فون: گهر: 0731-2566505

تاريخ: مارچ، 2012

# فهرست...

# ڪهاڻي گردش بابت

پريہ پانڪ

نمستي، ڪجھ عرصي بعد منھنجو پھريون سنڌي ڪھاڻين جو مجموعو توھان جي مبارڪ ھٿن ۾ آھي. مجموعي جي مکيہ ڪھاڻي گردش جي عنوان سان ئي ڪھاڻي سنگرہ ۾ ڇپي رھيا آھيون. ان ڪھاڻيءَ جي بہ پنھنجي ھڪ ڪھاڻي آھي. تاريخ مھنو ياد ناھي پر اُھو سنہ ١٩٥٣ جي ڳالھہ آھي. متر، اُستاد ۽ رھنما سدا حيات شري ناڪرداس واڌواڻيءَ جي ھٿ جي لکيل ماھواري سنڌي مخزن مھراڻ جي نالي سان ڪڍي. مخزن ڇا ھئي، سنڌي ساھتيہ جو ھڪ انمول خزانو ھو. لکاوٽ اِھڙي جڻ ڇاپو ھو. مھراڻ جي ھڪ ھڪ آرٽيڪل ھڪ موتي ھو.

مھراڻ جي پھرين انڪ لاءِ تہ آءُ ڪجھہ بہ نہ لکي سگھيس بي انڪ لاءِ ھڪ ننڍي ڪھاڻي لکي. ڪھاڻي پڙھي منھنجي گھر جي لڳو لڳ منھنجي ھڪ پاڙيسري سرڳواسي شري گرڌاريلعل چيو امر ھيءَ ڪھاڻي تنھنجي ٿي نٿي سگھي. يا تہ ڪنھن تان ڪاپي ڪئي اٿئي يا ٻئي جي ڪھاڻي پنھنجي نالي سان لکي اٿئي. بحث ڪرڻ اجايو ھو، چپ رھڻ ۾ ئي ڀلائي ھئي. ٽين انڪ ۾ منھنجي حادثي جي ٽائيٽل سان ھڪ لنبي ڪھاڻي ڇپي. اُھا ڪھاڻي ڇپڻ کان پوءِ گرڌاريلعل کي شڪ جي ڪا گنجائش نہ رھي. چيائين، امر ھيءَ ڪھاڻي پڙھڻ کانپوءِ مڃڻو ئي تو پوي تہ ڪھاڻي تنھنجي ئي لکيل آھي... اِھا ئي ڪھاڻي گردش جي نالي سان پيش آھي.

اِئين لکڻ جو سلسلو شروع ٿيو. سلسلو اڄ بادسطور جاري آھي گردش ۽ ٻين ڪھاڻين بابت توھان جو ڇا رايو آھي، ڄاڻائڻ لاءِ اکيون پائي وينو آھيان....

امر گوپالاڻي

# گردش

1947 ۾ هندستان جو ورهاڱو وڏو صدمو هو، پوري ديش لاءِ، خاص ڪري سنڌي هندن لاءِ سڄي سنڌ پاڪستان ۾ ملائي ويئي. هندن کي ڀڄائي سندن ملڪيتن تي قبضو ڪرڻ لاءِ هندن تي ظلم ٿيڻ لڳا. هندن جي جان مال جي حفاظت ڪرڻ وارو ڪير به نه هو. هندن ۾ دهشت ڦهلجي ويئي. وڏي پيماني تي لڏپلاڻ شروع ٿي ويئي. ڳوٺ ويران ٿي ويا. شهر به سُنسان ٿيڻ لڳا. لکين سنڌي هندو پنهنجي پکن کان ڏتڙجي حيدرآباد کان ٽرين ۾ سوارٿي ڪراچيءَ کان اسٽمير ۾ سوار ٿي پار روانا ٿيندا ويا.

جنهن سنڌ ۽ سنڌين پار کي هندو ۽ هندستان جي سُڃاڻپ ڏني. اُنهن ئي سنڌين کي هندستان ۾ پناهگير، شرناٿي ۽ رفيوجي سڏي سندن زخمن تي لوڻ ٻرڪيو ويو.

اِهڙن ئي پريوارن ۾ سکر جا به پريوار هئا. هڪ هو سيٺ سخاوتراءِ ريجهواڻي ۽ ٻيو هو ڊاڪٽر هرداسمل رنگلاڻي. سيٺ سخاوتراءِ جا فرزند رميش جو مڱڻو ڊاڪٽر هرداسمل جي نياڻيءَ رتنا سان ٿيل هو. رميش ڪراچيءَ ۾ نئشنل ڪاليج ۾ پڙهندو هو ۽ ڪِرائي جي گهر ۾ رهندو هو. رتنا مئٽرڪ پاس ڪري ڪاليج وڃڻ جي تياري ڪري رهي هئي.

ورهاڱي انهن ٻنهين پريوارن ۾ به اُٿل پُٿل پئدا ڪري ڇڏي. ڊاڪٽر کي ڪم سميٽڻ ۾ وقت نه لڳو. ٽن ڀاتين جو پريوار هو. هرداسمل سندس ڌرمپتني سندري ۽ ڌيءَ رتنا، ڊاڪٽر ڪراچيءَ کان هوائي جهاز ۾ بامبي روانو ٿي ويو.

سخاوتراءِ جو سڄو پئسو زمين جائداد ۾ لڳل هو. ملڪيت

جو خريدار ڪوئي ڪونہ هو. جن واپارين ڏانهن اناج جا پئسا رهيل هئا اُهي بہ بهاني بازي ڪرڻ لڳا. جيترو ٿي سگهيو حاصل ڪري سخاوتراءِ ڪٽنب سميت حيدرآباد روانو ٿيو. رميش ڪاليج مان داخلا وٺي ۽ پنهنجا ڪتاب ۽ ٻيو ضروري سامان سيهڙي لاءِ ڪراچيءَ روانو ٿيو. مائٽن سان حيدرآباد اِسٽيشن تي ملڻ طئہ ڪيائين. پيءُ کي چيائين ڪنهن سبب مان ليٽ ٿيان تہ توهان روانا ٿي وڃجو آءٌ پنيان اچي توهان سان جوڌپور ۾ ملندس. رميش وقت سر نہ پهتو، سيٺ سخاوتراءِ باقي ڪٽنب سان گڏ جوڌپور لاءِ روانو ٿي ويو.

رميش حيدرآباد وڃڻ لاءِ ٽرين ۾ روانو ٿيو. ٽرين ڪراچيءَ کان رواني ٿي. ڪراچيءَ کان ڪافي اڳتي وڌي چڪي هئي. اوچتو ٽرين جي هڪ ڪوچ ۾ هاهاڪار مچي ويو. ٽرين ۾ ڪجھ بدمعاش سوار هئا جيڪي ڦرلُٽ ڪرڻ لڳا ۽ هندن کي چونڊي چونڊي مارڻ لڳا. رميش بہ اُن ڪوچ ۾ سوار هو. هن من ئي من ۾ فيصلو ڪيو، دنگائن جي هٿان مرڻ بجاءِ خود موت کي گلي لڳائڻ بهتر سمجهائين. ڀڄُڻ ڪٽي دروازي طرف وڌيو. دروازو کولي هيٺ ڇالنگ لڳايائين. ٽرين اُن وقت اونچائيءَ واري هنڌ تان هلي رهي هئي. رميش ڇالنگ لڳائيندي ئي هڪ وڻ سان وڃي ٽڪرايو. ٻئي هٿ مان ڇُٽي ويس. ٻنهين هٿن سان وڻ جي هڪ ٽاريءَ کي پڪڙيائين. ٽاري سنهڙي ۽ ڪمزور هئي، رميش جو وزن سنڀالي نہ سگهي. هيٺ جُهڪي ويئي ۽ ٽٽندي ويئي. رميش وڻ جي پترن سان گسندو هيٺ ڪسڪندو ويو، بدن ڇلبو ويس، ڪپڙا تار تار ٿي ويس. آخر لونڊڙيءَ ۾ وڃي ڪريو ۽ بيهوش ٿي ويو.

اُن جڳهہ جي آس پاس ڪيٽ هئا ۽ پرسان ڪوئي ديهات

هو. سُڄ اڃان نہ لٿو هو. هڪ بزرگ هاري ۽ ان جو نوجوان پُٽ کيت تان ڪم ڪري واپس گهر وڃي رهيا هئا. نوجوان جي نظر رميش تي پيئي. آگر جي اِشاري سان پيءُ کي اُن طرف ڌيڪاريندي چيائين، ابو، هن طرف هڪ لاش پيو آهي، بزرگ اُن طرف ڏنو ۽ پُٽ کي اُتي هلڻ لاءِ چيائين، اُتي پهچي بزرگ رميش کي تپاسي پُٽ کي چيو، بيهوش پيو آهي، جان اڃا باقي اٿس.

رميش جي گلي ۾ جٽيو ڏسي پٽهس چيس، ابو ڪافر آهي، جان اگر باقي اٿس تہ ڪُهاڙي جي هڪ ئي وار سان بيجان ٿو ڪريانس.

بزرگ پُٽ جو هٿ پڪڙي چيو، خبردار جو ڪائي حرڪت ڪئي اٿئي، خدا نوجوان جي مرڻ جي حق ۾ هجي ها تہ ڪِرڻ شرط ئي مري وڃي ها. بچيو آهي تہ اِها خدا جي ئي مرضي سمجهہ.

ڪافر آهي معصوم ناهي. هي بہ خدا جو هڪ بندو آهي. ڪافر اِهي وحشي درندا آهن، جيڪي بنا ڪنهن ڪارڻ خدا جي بندن تي ظلم ٿا ڪن. بيگناهن جو خون ٿا وهائن. پرديسيءَ کي ڪُلهي تي کڻي هل تہ هلي دوا درمل ڪيوئنس. نوجوان پيءَ جي حڪم جي تاميل ڪئي. پرسان ئي رميش جي بئگ پيئي هئي سا بئگ بزرگ سنڀالي.

گهر جي پرسان ئي کٽ پيئي هئي جنهن تي بسترو لڳائي رميش کي ليٽايئون. بزرگ ڌيءَ کي چيو، نفيسا ڪوڙو تيل گرم ڪري اُن ۾ هيڊ ملائي اچ.

نفيسا جيتري نفيس هئي اوتري خوبصورت ۽ معصوم. ٿوريءَ ئي دير ۾ ڪوڙو تيل گرم ڪري اُن ۾ هيڊ ملائي آئي. بزرگ رميش جي شرٽ هٽائي آيل رهندڙن تي هيڊ وارو تيل

لڳايائين. جتي زخم هئس اُتي هڪ بوٽي گهوٽي اُنجو ليپ لڳايائينس. ان ڪم کان فارغ ٿي هٿ منهن ڌوئي ڌرتيءَ تي فراسي وڇائي نماز پڙهڻ لڳو. نوجوان واڙي ۾ ٻڌل جانورن جي سنڀال لاءِ ويو. کين چارو پاڻي ڏئي کير ڏهڻ لڳو. نفيسا رڌ پچاءُ ڪي لڳي ويئي.

نماز پڙهي بزرگ ٻي کٽ وڇائي ۽ رميش جي پرسان اچي ويٺو. انڌيرو ڇائنجڻ لڳو. نفيسا به لالٽين جلائي هڪ رنڌڻي ۾ رکيو ۽ ٻيو ٻاهر اڱڻ ۾ رکيو. رميش کي اڃان هوش نه آيو هو.

رسوئي تيار ٿي وئي. نفيسا پيءُ ۽ ڀاءُ کي آواز لڳايو. بزرگ آسمان ڏي نهاري هٿ مٿي کڻي مالڪ کي عرض ڪيو، پروردگار مهمان بکيو بيهوش پيو آهي، آءٌ ڪيئن کاوان، تون مهر ڪر.

ٿوري دير کان پوءِ رميش اکيون کوليون ۽ اُٿڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. بزرگ کيس ٻانهن کان پڪڙي ليٽي پوڻ جي هدايت ڪئي. نفيسا کي سڏ ڪري نهن سوسڙي کير ۾ هيڊ ملائي کڻي اچڻ لاءِ چيو. نفيسا ڪجهه دير بعد ئي گلاس ۾ هيڊ مليل کير کڻي آئي. بزرگ رميش کي سهارو ڏئي اُٿاري کير پيئاري وري ليٽائي ڇڏيو.

روٽيءَ کان فارغ ٿي ٻُزرگ رميش جي پرسان ويهي پڇيو، سور ڍرو اٿئي؟

رميش ڳالهائڻ چاهيو پر ڳلي مان آواز نه نڪتس. ڪوشش ڪرڻ ڪانپوءِ به ناڪام ئي رهيو. اکين ۾ آنسون تري آيس، بزرگ مٿي تي هٿ ڦيري چيس، صبر ڪر جوان، خدا ڀلي ڪندو. هاڻي آرام ڪر، صبوح جو ويچار ڪنداسين. رميش کي آٿت ڏئي پيءُ کٽ تي ليٽي پيو ۽ نوجوان ڪليل جڳهه

تي هڪ وڻ جي هينيان ويهي ڪافي ڳائڻ لڳو. سندس آواز ۾ تاثير هئي. رميش پنهنجي تڪليف کي ڀُلجي اِهو ڳانو ٻڌڻ لڳو.

صبوح جو ڪم تي وڃڻ کان اڳ بزرگ رميش جي رهندڙن تي هيڊ مليل تيل لڳايو. زخمن تي ليپ لڳايو. ڪيس ڪير پيئاري نفيسا کي مهمان جو خيال رکڻ جو چئي ڀُٽ سوڌو ڪيت تي هليو ويو.

نفيسا رميش جي پرسان ويهي پُڇڻ لڳي، جنم کان گونگو آهين؟

رميش ڪند ڌوٽي نہ ڪئي.

نفيسا پُڇيس تہ پوءِ هاٽي ڇا ڪندين؟

ڪجھہ سوچي اِشاري سان ڪاغذ ۽ پين ڪٽي اچڻ لاءِ چيس.

نفيسا چيس هتي ڪوهن ۾ ڪوئي مدرسو ناهين ڪير بہ لکي پڙهي نہ جاڻي، قلم ڪاغذ هتي ڪٿان ايندو؟

رميش جي پيشانيءَ تي نااُميديءَ جو ريکائون ڪينچجي ويون. نفيسا آٿت ڏيندي چيس، فڪر نہ ڪر، هتي توکي ڪائي تڪليف نہ ٿيندي. چاهين تہ عمر ڀر هتي ئي رهہ. آءُ تنهنجي جيءَ جان سان خدمت ڪندس.

رميش حيراني ۽ احسانمنديءَ جي نظر سان نفيسا ڏانهن نهاريو. نفيسا رميش جي وارن تي آڱريون ڦيري اندر هلي ويئي. ٿوري دير ڪانپوءِ مکڻ ۾ ٻڌل ڍوڍو ۽ لوٽي ۾ ڏڌ کٽي آئي. رميش بکايل هو. نيرن ڪائي هٽ منهن ڌوئي ليٽي پيو. سوچڻ لڳو، ڪٽي هي فرشتا، ڪٽي هو درندا؟ هو سوچڻ لڳو خبر ناهي منهنجا ماتا پتا، ڀائر ڀيڻ ڪٽي هوندا، ڪهڙي حال ۾ هوندا، آهن بہ يا... وڌيڪ سوچي نہ سگهيو. روح

ڪنبڻ لڳس، وري هو پنهنجي باري ۾ سوچڻ لڳو تہ ٺيڪ ٺيڪ ڪان پوءِ سڀ ڪان ڦريائين ڪراچيءَ ويندو اُتان بامبي. بامبي پهچڻ ڪانپوءِ سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. رتنا جو پتا قابل ڊاڪٽر آهي، سندس آواز بہ واپس آڻيندو. سوچيندي سوچيندي اک لڳي ويس. ننڊ ۾ اِهڙو غافل ٿي ويو جو منهن تي اُس اچي ويس تہ بہ اک نہ کليس. نفيسا اچي اُٿاريس. اُٿي سنان ڪري ڪپڙا بدلايائين. نفيسا رميش کي روٽي کارائي پيءُ ۽ ڀاءُ کي روٽي ڏيڻ کيت تي هلي وئي. ٽي ڏينهن گذريا. رميش جا زخم ڀرجي ويا هئا. سُور بہ لهي ويو هوس. نفيسا رميش جي اِشارن جي ٻولي گهڻي قدر سمجهي وئي هئي. رميش اِشارن ۾ کيس سمجهايو تہ هو ڪراچيءَ وڃڻ ٿو چاهي. نفيسا چيس تہ شام جو پنهنجي ابا کي چوندي هو سندس ڪراچي وڃڻ جو اِنتظام ڪندو.

شام جو نفيسا پيءُ کي چيو تہ پرديسي ڪراچيءَ وڃڻ ٿو چاهي. بزرگ پُٽ کي چيو تہ صبوح جو سويل واريءَ گاڏيءَ ۾ پرديسيءَ کي اُماٽي اچيس. نوجوان هامي ۾ ڪنڌ ڌوڻيو. صبوح جو نوجوان رميش کي پنهنجو نئون وڳو پهرايو. ڳلي ۾ تاويز ٻڌائينس. رميش ڳلي مان سوني چين لاهي نفيسا جي هٿ تي رکي سندس پيرن تي هٿ رکيو. نفيسا وائڙن وانگر رميش کي ڏسڻ لڳي. بزرگ رميش جي نورت ۽ شرافت ڏسي گد گد ٿي ويو. رميش ٻُزرگ جي قدم بوسي ڪري موڪلايو. ٻُزرگ مٿي تي هٿ ڦيري آسيس ڪيس. رميش نوجوان اڳيان بہ جهڪڻ لڳو. نوجوان هٿ پڪڙي چڪي پاڪر ڀريس. چئني جون اکيون آليون هيون.

ڀرسان واري اِسٽيشن تان ٽرين ۾ ويهي نوجوان رميش کي ڪراچي وٺي آيو ۽ اُتان ئي موڪلائڻ لڳو. رميش زور ڀري

پنھنجي گھر وٺي آيس. گھر اچي ڪپڙا بدلائي رميش نوجوان جا ڪپڙا واپس ڪرڻ لڳو. نوجوان چيس، ڪپڙا رک جيستائين ڪراچيءَ ۾ آهين تيستائين ڪم ايندءِ. رميش اِشاري ۾ سمجھايس تہ جلدي ئي بامبي روانو ٿيندو. اوڏانھن وچڻ وقت اِهي ڪپڙا پريشانيءَ جو باعث بڻبا. رميش پرس پينٽ جي پاڪيٽ ۾ وجھي نوجوان سان گڏ هوٽل ڪشمير ويو. اُتي ٻنھين گڏجي روٽي کاڌي. اُتان هو بزار ويا. رميش، نفيسا ۽ سندس ياءُ ۽ پيءُ لاءِ سندن ڏانوَ جا ڪپڙا خريد ڪيا. هڪ ٽارچ پيٽرومئڪس ڪافي انداز ۾ مينٽل، منائي، بسڪوٽ ۽ ڪجھ ٻيون ضروري سامان خريد ڪري پارسل ٺھرائي نوجوان سان گڏ اِسٽيشن تي آيو. هڪ ٽڪيٽ خريد ڪري ڪوليءَ کان سامان کڻائي پليٽفارم تي آيو. نوجوان کي ٽرين ۾ ويھاري پارسل سندس حوالي ڪري ٽرين رواني ٿيڻ تي گرم جوشيءَ سان هٿ ملائي موڪلائي ٻاهر آيو. هڪ ٽريويل ايجنسيءَ جو پتو لڳائي پھتو ۽ بامبي وڃڻ لاءِ اِسٽيمبر جي ٽڪيٽ پڇائينس، ايجنٽ ٻڌايس تہ ١٠ ڏينھن ويٽنگ هلي رهي آهي. فلائيٽ جي حالت اڃان بہ خراب هئي. نااُميد ٿي ٻاهر نڪتو تہ هڪ سوٽيڊ بوٽيڊ نوجوان پنيان آيس. رميش جي ڪُلھي تي هٿ رکي چيائينس، آءُ توهان جي مدد ڪري سگھان ٿو. البت پئسا ڪجھہ وڌيڪ لڳندا. سپاڻي ئي توهان کي اِسٽيمبر ۾ روانو ڪري ڇڏيندس. رميش وٽ پئسا ٿورا ئي بچيا هئا. سو لکي پڇائينس روڪ جي بجاءِ سامان ڏيانءِ تہ هلي؟

اجنبيءَ پڇيس، ڪھڙو سامان؟

رميش کيس اِشاري سان گڏ هلڻ لاءِ چيو، رميش نوجوان کي گھر وٺي آيو. اِشاري سان سامان ڏيکاريائينس. گھر ڏسي

نوجوان چيس تون تہ پارت وچي رهيو آهين. گهر جي چابي چو نئو ڏيئي وڃين؟ رميش جي من ۾ شنڪا جاڳي. لکي چيائنس، اگر واپس آيس تہ؟

نوجوان چيس، گهر تنهنجو تون گهر جو مالڪ، چابي تنهنجي حوالي ڪندس.

رميش سوچيو، واپس اچڻ جو تہ سوال ئي نئو اُٿي. ڪوئي نہ ڪوئي گهر تي اچي قبضو ڪندو. هي نوجوان ڪري تہ ان ۾ ڪهڙو هرج آهي. لکي چيائنس تہ ٺيڪ آهي، سڀاڻي ٽڪيٽ ڪٽي اچج. اِسٽمير تي سوار ٿيڻ وقت چابي تنهنجي حوالي ڪندس. نوجوان صبوح جو اچڻ جو چئي موڪلائي هليو ويو.

صبوح جو اُهو شخص سويل ئي رميش وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ جهاز وڃڻ ۾ دير آهي پر توهان لاءِ خاص اِنتظام آهي. انڪري توهان کي جلد هلي جهاز ۾ چڙهڻو پوندو. رميش جلد ئي تيار ٿي ويو. ۽ سوٽڪيس کڻي گهر کان ٻاهر آيو. گهر کي تالو لڳائي، اجنبيءَ سان گڏ دڪي تي پهتو. اجنبيءَ جهاز جي هڪ خِلاسيءَ سان گڏ سٽ سٽي آيو هو. اجنبيءَ اِشاري سان خلاسيءَ کي سڏ ڪيو. خلاصي سندن ويجهو آيو. اِشاري ۾ ئي ڪجهہ ڳالهائڻ ٿين. اجنبيءَ سوَ جو هڪ نوٽ خلاسيءَ جي هٿ ۾ ڏنو ۽ ٽريويل ايجنسيءَ جو هڪ بند لفافو رميش کي ڏنو. بدلي ۾ رميش کيس پنهنجي گهر جي چابي ڏني. خلاسيءَ رميش جو سوٽڪيس کنيو ۽ رميش کي پٺيان اچڻ لاءِ چيو. ان وقت جهاز ۾ ڪير بہ نہ هو. سيڪيورٽيءَ جو ان طرف ايترو ڌيان نہ هو. خلاسي رميش کي وٺي آيو ۽ پنهنجي ڪئبن ۾ ويهاريو ۽ چيائنس تنهنجي ڪاڏي پيتي جو سڀ اِنتظام هِت ئي ٿي ويندو. ڪيبن کان ٻاهر گهٽ

نڪرجانءِ.

مقرر وقت تي جهاز روانو ٿيو. رميش ڪيبن کان ٻاهر نڪري ڏڪي تي آيو. آخرين دفعو ڪراچيءَ کي حسرت ڀرين نظرن سان ڏسندو رهيو. ٿيستائين ڏسندو رهيو جيستائين ڪراچي رميش جي اکين کان اوجهل نہ ٿي. واپس مُڙي مسافرن تي نظر ڦيرايائين تہ اصل حيران ٿي ويو. خلاصيءَ کي اِشارو ڪري ڪيبن ۾ موٽي آيو. ٿوري دير کان پوءِ خلاصي آيو تہ لکي پڇائينس تہ جهاز ۾ سنڌي هندن جا ڪٽنب نظر نٿا اچن. خلاصيءَ چيس تہ ، ڪولمبو سلون ۾ سنڌي پريوارن جو ڪهڙو ڪم؟ ٻڌي رميش حيران ٿي ويو. ايجنٽ جو ڏنل لفافو کولي ڏٺائين تہ ان ۾ هڪ ڪاغذ پيو هو. کولي پڙهيائين، لکيل هو، گونگي دوست کي آداب، اڄ جي تاريخ ۾ توکي ڪولمبو موڪلڻ جو ئي اِنتظام ٿي سگهيو. ڪولمبو کان بمبئيءَ وڃڻ جو اِنتظام تون پاڻ ڪجانءِ. ڪراچيءَ واپس اچڻ جي بيوقوفي نہ ڪجانءِ نہ تہ بي مؤت ماريو ويندين. رميش سوچڻ لڳو تہ دغاباز ماڻهن جي بہ کوٽ ناهي دنيا ۾. ڪاغذ تي لکي خلاصيءَ کان پڇيائين تہ ڇا تون مونکي بامبي موڪلي سگهين ٿو؟

خلاصيءَ اِنڪار ڪندي چيس تہ واپس ڪراچيءَ هلين تہ وٺي هلندوسانءِ. رميش خاموش رهيو. جهاز ڪولمبو پهتو. موقعو ڏسي خلاصي، رميش کي ڏڪي کان ٻاهر ڇڏي آيو.

اڻڄاڻ ديش، اڻڄاڻ ٻولي، اڻڄاڻ ماڻهو حيراني ءَ مجبوريءَ کان سڀ ڏسندو رهيو. سڀ کان وڏيڪ تڪليف هيس سندس آواز. ڇا ڪري، ڪيڏانهن وڃي، ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيس. اِهو سوچي تہ من ڪو انگريزي سمجهڻ وارو ڪو اِنسان ملي وڃي ءَ مدد ڪري سگهي، هڪ

هنڌ ويهي رهيو ۽ پين پنو ڪڍي ڪري آپ بيتي لکيائين ۽ مدد لاءِ عرض ڪيائين.

ٿوريءَ دير کان پوءِ هڪ ٽئڪسي اچي سندس پرسان بيٺي. ڊرائيور انگريزيءَ ۾ پڇيو: ڪيڏانهن وينداءُ صاحب؟ رميش لکيل ڪاغذ ڊرائيور ڏانهن وڌايون. پڙهي ڊرائيور حيران ٿي ويو. ڪجھ سوچي چيائينس، صاحب مان پڻ هتي مدراس کان روٽي روزي ڪمائڻ لاءِ آيو آهيان. ٽئڪسي هلائي چار پئسا ڪمائي ونندو آهيان ۽ هڪ ڪرشچن ليڊيءَ وٽ پيئنگ گيسٽ ٿي رهندو آهيان، توهان کي پڻ اُتي وٺي ٿو هلان. رهڻ، کائڻ جو نڪاٽو ٿي وڃي تہ پوءِ اڳتي سوچينداسين.

رميش اکين جي اِشاري سان سندس شڪرانا مڃيندي ٽئڪسيءَ جو دروازو کولي سوٽڪيس رکي پاڻ بہ ويهي رهيو. ڊرائيور ٽئڪسي ڪرشچن ليڊيءَ جي گهر ٻاهر بيهاري. رميش کي وٺي وڃي مڪان مالڪڻ جي سامهون بيهاريائين. ۽ رميش جو ڏنل ڪاغذ سندس هٿ ۾ ڏنائين. پڙهي اڌيڙ عورت جي اکين ۾ ممتا اُمڙي آئي. رميش جي مٿي تي هٿ ڦيري پريل گلي سان گلي لڳائي چيائينس، فڪر نہ ڪر، هِتي تون سلامت آهين. جيستائين تون پنهنجي وڇڙيلن سان نہ ملين، هن گهر کي پنهنجو ئي سمجھ. رميش هٿ جوڙي سندس شڪرانا مڃيا.

عورت جو نالو لئلاورڊني هو. سريلنڪن عيسائي هئي. ٿوري وقت ۾ ئي سندس جو موهہ رميش ۾ پئجي ويس. پٽ ڪري سمجھندي هيس. رميش بہ ماءُ مڃڻ لڳس. هر ڪم ۾ واهر ڪندو رهيس. صبوح جو گڏجي فروٽ، ڀاڄيون ۽ ٻيو سامان خريد ڪري سڀ سامان پاڻ ئي کڻي ايندو هو. لئلا کي

ڪوئي وزن ڪڻڻ نہ ڏيندو هوس. گهر جي صاف صفائي ۽ ڪچن ۾ پڻ پوري طرح مدد ڪندو هيس. فرصت جي وقت ۾ پئدل ئي گهمڻ نڪري ويندو هو ۽ روڊ بزارين ۽ الڳ الڳ علائقن مان واقف ٿيندو ويو. ٽئڪسي ڊرائيور جنهن جو نالو شرينواسن هو، اُن جي مدد سان ڊرائيونگ ليسن ٺهرائي پاڻ بہ ٽئڪسي هلائڻ لڳو. جيڪو ڪمائيندو هو شام جو اچي لٽا جي هٿ ۾ رکندو هو. هڪ ڏينهن هڪ سواري مليس. شڪل ۽ ڳالهائڻ جي لهجي مان مونو پنجابي ٿي لڳو. رميش ٽئڪسي اچي ريڊيو اِسٽوڊيو جي ٻاهريان بيهاري. پئسينجر جيب مان پرس ڪڍي ڀاڙو ڏيڻ لڳو. رميش ڀاڙو وٺڻ کان اِنڪار ڪندي رُڪڻ جو اِشارو ڪيس. ڪيسي مان پين پنو ڪڍي لکي سندس واقفيت گهري. نوجوان حيرت مان رميش کي ڏسڻ لڳو. آخر پڇيائينس تہ ڳالهائي نٿو سگهين، ٻڌي تہ سگهندو آهين يا نہ؟

رميش ڪنڌ ڌوڻي ٻڌي سگهڻ جي هامي ڀري.

نوجوان چيو، منهنجو نالو ديوراج آهي. هندستاني آهيان. هتي ريڊيو سلون ۾ اناؤنسر جي نوڪري ڪندو آهيان. رميش بي سلپ لکي ٻڌائينس، آءٌ ميٽريوڪليٽ آهيان، ڪاليج جي پڙهائي اڌ ۾ ڇڏڻي پيئي آهي. هڪ دوکيباز اِنسان مون کي ٻامبي جي بدران ڪولمبو جي جهاز ۾ ويهاري ڇڏيو. ڇهن مهنن کان هِت ئي آهيان. فلحال ٽئڪسي هلائيندو آهيان. توهان ڪا جاب ريڊيو سلون ۾ وٺي ڏيو تہ مهرباني ٿيندي.

ديوراج چيس، دوست، آءٌ پوري ڪوشش ڪندس، ملندو رهجانءِ. ايترو چئي ديوراج اِسٽوڊيو جي گيٽ اندر هليو ويو. رميش بہ ٽئڪسي موڙي اڳيان وڌي ويو.

جڏهن کان ديوراج ريڊيو سلون جوائن ڪيو هو، فرمائشي

گانن جا ليٽر گهٽا اچڻ لڳا. ڏينهن پوءِ ڏينهن انهن ۾ واڌارو ٿيندو ويو. ديوراج مٿان ڪم جو ٻوجهه ڪافي وڌندو ويو. اسٽيشن ڊئريڪٽر کان اِجازت وٺي رميش کي هيلپر طور لڳايائين. رميش جو ڪم هو آيل خطن مان ڪجھ خاص خط چونڊي الڳ ڪري انهن جي لسٽ ٺاهي، لئبرريءَ مان اُنهن گانن جا رِڪارڊ ڪڍي نمبروار رکي فرمائش پوري ٿيڻ کان پوءِ وري اُنهن کي واپس مقرر جڳهه تي رکي. پروگرام ڪافي مشهور ٿيڻ لڳو. فرمائشون وڌڻ سان اِشتهار پڻ وڌيڪ ملڻ لڳا. رميش قابليت سان پنهنجو ڪم ڪندو رهيو. نه صرف ايترو پر رميش کهڙي گاني جي اڳيان کهڙي ۽ ڪيتري ائڊ ڏيڻي آهي اِهو پڻ هو ئي مقرر ڪندو هو. اِسٽيشن ڊائريڪٽر رميش جي ڪم مان خوش هو ۽ سندس پگهار پڻ ڪافي وڌائي ڇڏيائين. رميش خوش هو پر مائٽن جو وڇوڙي ڪندي جيان دل ۾ هميشهه ڇپيل رهيس.

هڪ ڏينهن ڪارڊن جي سارٽنگ ڪندي هڪ ڪارڊ سندس ڏيان ڇڪايس. ڪارڊ ڪٽي پڙهيائين، هڪ دفعو، ٻيو دفعو ڪيترائي دفعا. ڪارڊ انڊور مان آيل هو. موڪلڻ واري هئي رتنا رنگلاٽي. رميش اُهو ڪارڊ الڳ رکيو ۽ لسٽ ۾ سيني کان مٿي رکيائين. اُن گاني جا ٻيون به فرمائشون آيل هيون. رميش اُنهن کي شامل نه ڪيو. رميش ديوراج کي رتنا رنگلاٽيءَ بابت حقيقت ٻڌائي. پنهنجي ڪولمبو ۾ هئڻ بابت اناؤنس ڪرڻ لاءِ چيو. ان لاءِ ديوراج ڊئريڪٽر کان اِجازت ورتي.

فرمائشي پروگرام شروع ڪندي ديوراج اناؤنس ڪيو ته اڄ جو هڪ فرمائشي پروگرام رتنا رنگلاٽيءَ جي فرمائشي گيت سان شروع ڪري رهيا آهيون. گيت فلم سزا جو آهي. گيتڪار ساحر لڌيانوي، سنگيتڪار ايس. ڊي. برمن. گلوڪارا

آهي لتا منگيشڪر. گيت جا بول آهن تم نه جاني ڪس جهان ۾ کو گئي. گيت پڌڻ کان پهرين هڪ ضروري اعلان بڌو. رتنا جنهن کي جنهن من جي ميت جي تلاش آهي سو مسٽر رميش ريجهواڻي هِت ڪولمبو ۾ آهي. جيڪڏهن رتنا ريڊيو جي قريب آهي ۽ هي اعلان ٻُڌي رهي آهي ته مسٽر رميش سان ريڊيو سلون جي ائڊريس تي ڪانٽيڪٽ ڪري.

جنهن وقت اِها انائونسميٽ تي رهي هئي. رتنا ڪِچن ۾ چانهه ٺاهي رهي هئي. گانو شروع ٿيو ته اِسٽوَ بند ڪري پهچندي آئي پورو گانو ٻُڌي واپس ڪِچن ۾ هلي ويئي.

ڏينهن گذريا، هفتا گذريا، مهنا گذري ويا، انائونسمينٽ جو ڪوئي ريسپانس نه آيو. ديوراج کان رميش جي اُداسي ڏٺي نه ويئي. ڪوئي ڪم ڪيڏي هڪ جي بجاءِ ٻن ڏينهن جو بامبي جو پروگرام ٺاهيائين. بهانو ڪري رميش کي چيائين، بامبي ڪجه ڪم آهي. آءٌ وڃي نٿو سگهان، تون ٿي اچ. ڪم هڪ ڏينهن ۾ ٿي پورو ٿي ويندو. ٻي ڏينهن صبوح جي فلائيٽ ۾ اِندور وڃي شام جي فلائيٽ ۾ واپس بابمبي اچي اڳلي ڏينهن ڪولمبو موٽي اچ. تنهنجو سهرو ڊاڪٽر آهي ۽ مشهور ماڻهو آهي جلدي پتو لڳي ويندءِ. ملاقات ڪري موٽي اچج، اڳلو پروگرام سهوليت سان ٺاهجانءِ.

رميش ديوراج جو هٿ پڪڙي شڪرانا ادا ڪيا.

پروگرام موجب رميش اِندور پهتو. معلوم ٿيس ته هِت سنڌين جي هڪ وڏي بستي آهي. سنڌي ڪالوني، اُتي وڃڻ سان سڀ خبر پئجي ويندي. رميش ٽئڪسي ڪري سنڌي ڪالوني پهتو. اُتي جي ڊاڪٽرن ۽ بين خاص ماڻهن سان مليو. سيني چيس، ڊاڪٽر هرداسمل رنگلاڻي نالي ڪوئي شخص نه اڳي اِندور ۾ ڪوئي ڊاڪٽر هو ۽ نه ئي هاڻي ئي

آهي. رتنا جي باري ۾ پڻ ڪوئي پتو نه پيس. نااُميد ٿي اِندور کان بامبي پهتو ۽ واپس ڪولمبو موٽي آيو.

وقت گذرندو رهيو، نيم مطابق رميش لئلا سان گڏ صبوح جو خريداريءَ تي ويو. اچانڪ ڪنهن ڳالهه تي ٻن شخصن جو پاڻ ۾ تقرار ٿيو. ڏسندي ئي ڏسندي شخصي جهڳڙو سنهلن ۽ تملن جي وچ ۾ جاتائي جهڳڙي جي روپ ۾ بدلجي ويو. ٻنهين طرفن کان پٿربازي شروع ٿي ويئي. رميش ڏٺو ته هڪ پٿر لئلا طرف اچي رهيو هو. لئلا کي بچائڻ لاءِ ٻڪ پاتائين. پٿر اچي رميش جي ڪپارڙيءَ تي لڳو. رت جو ڦهارو وهي نڪتو. غش کائي ڪِرڻ وارو ئي هو ته لئلا ياڪر ۾ پري ورتس. ماڻهو مدد لاءِ ڊوڙيا. رميش ۽ لئلا کي ٽئڪسيءَ ۾ ويهاري اِسپتال وٺي ويا. ڊاڪٽر جلد ئي حرڪت ۾ اچي ويا. رميش کي جلد ئي آپريشن ٿئيٽر ۾ وٺي ويا. لئلا سڄو ڏينهن هٿ جوڙي جيسس کي پرارٿنا ڪندي رهي. آپريشن ٿي ويو. ڪجهه دير کانپوءِ رميش کي روم ۾ شفٽ ڪيو ويو. رميش اڃان بيهوش هو.

خبر لڳندي ئي شرينواسن ۽ ديوراج به اِسپتال پهچي ويا. منجهند جو لڳ ڀڳ ٻي بجي رميش کي هوش آيو. آهستي آهستي اکيون کوليائين. لئلا خدا جا شڪرانا مڃيا. چپن تي مُرڪ ۽ اکين ۾ آنسون آڻي شڪايت جي لهجي ۾ چيائين، ڇوڙي منهنجي لاءِ جان جوکي ۾ وڌءِ، هيترو سارو خون وهايو اٿئي؟

رميش مُشڪي چيو، امڙ، هيترا سال کارائي پيئاري هيترو سارو خون وڌايو اٿئي. ٿورا قطرا خون وهيو ته ڪهڙي ڳالهه آهي؟

لئلا خوشيءَ ۽ حيرانيءَ ۾ چيو، اڙي تون ڳالهائي سگهين

تو؟ تنهنجو آواز موٽي آيو.

شري نواسن، ديوراج ۽ خود رميش پڻ چرڪ پريو. سيني جي چهري تي خوشيءَ جي رونق هئي. سيني رميش کي مبارڪ ڏني. رميش مُسڪرائيندي چيو، امڙ، تنهنجي آسيس جو اثر آهي. ليلا جهڪي ڪري رميش جو مٿو چُميو.

شام جو وقت هو. ديوراج ۽ رميش ڊيوٽي پوري ڪري اِسٽوڊيو کان ٻاهر نڪتا. ديوراج کي اِسٽوڊيو طرفان ڪار مليل هئي. ڪار وٽ پهچي رميش موڪلائڻ لڳو. ديوراج چيس، هوڏانهن ڦِري اچ، ويهه ڪار ۾.

ڪيڏانهن؟

هلي ڪنهن بار ۾ ٿا ويهون. هڪ وشيه تي خاص چرچا ڪرڻي آهي توسان.

برادر، توهان کي خبر آهي ته آءٌ ڊرنڪ نه ڪندو آهيان.

دوست، اڄ منهنجي خاطر.

مميءَ کان اِجازت وٺڻي پوندي.

ويهه اِهو ڪم مون تي ڇڏ.

رميش ڪار ۾ ويٺو، ديوراج ڪار ليلا ورڌنيءَ جي گهر ٻاهريان اچي بيهاري. اندر اچي ڪري ديوراج ليلا کي نمستي ڪري اچڻ جو سبب ٻڌايو.

ليلا مُسڪرائي چيس، ٻاهر وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ هِت ئي ويهي ڊرنڪ ڪريو..

مهرباني، پر اڄ ٻاهر وڃڻ جو موڊ آهي.

جيئن توهان جي مرضي.

ديوراج ٻه پيگ وٺي چڪو هو، رميش ڪولڊ ڊرنڪ ۾ ٿوري وِسڪي ملائي سِپ ڪري رهيو هو. ديوراج ٽين پيگ مان ڍڪ پري گلاس ٽيبل تي رکي رميش ڏانهن مخاطب

ٽيندي چيو، دوست ڪولمبو ۾ هاڻ من پرجي ويو آهي. هاڻي بامبي هلڻ جو ويچار آهي، ڇا ويچار اٿئي؟

ويچار تہ نيڪ آهي، پر بامبي هلي ڇا ڪنداسين؟

فلم اِنڊسٽريءَ ۾ قسمت آزمائينداسين. داوَ لڳو تہ نيڪ نہ تہ آل اِنڊيا ريڊيو تي نوڪري پڪ ئي پڪ ملي ويندي.

منظور آهي.

هڪ ڪم ڪر، تنهنجي ريئل اِسٽوريءَ ۾ دم آهي. اُن تي سُٺي فلم ٺهي سگهي ٿي. تون ڪهاڻي لِک.

ليڪن ڪهاڻي تہ اڌوري آهي.

مالڪ چاهيو تہ جلد ئي پوري ٿي ويندي. نہ تہ بہ، آڌي حقيقت آڌا فسانا، تنهنجو ڪم بہ ٿي ويندو. منهنجو ڪم بہ ٿي ويندو. تون ليکڪ، آءٌ هيرو.

منظور آهي...

ڏِسجانءِ دوست، منهنجو چانس نہ مارجانءِ.

برادر، اِحسان فراموش نہ آهيان.

ٻئي ڏينهن تي ٻئي اِستيفعا لکي ڊائريڪٽر وٽ ويا. اِستيفعا ڏسي ڊائريڪٽر حيران ٿي ويو. پڇائين:

ايني پرابليم؟

ديوراج : نو پرابليم سر.

دين واءِ؟

وي وانٽ ٽو سيٽل اِن بامبي.

او. ڪي. بٽ يو هئيوَ ٽوُ ورڪ ٽِل اڌر اريجمينٽس وئي شل ڊو.

ٻئي موڪلائي ٻاهر آيا ۽ پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويا. هڪ مهني ڪان پوءِ مسٽر امين سياني اچي جوائن ڪيو. ديوراج ۽ رميش جي اِستيفعا منظور ٿي. ڪين رهيل پگهار ۽ بونس

پڻ ڏنو ويو.

لئلا جو روئي روئي برو حال هو. وڏي مشڪل سان سنڀلي. رميش جا ڳڍ ڪيل پئسا آڻي رميش جي هٿ ۾ رکيائين. رميش پئسا لئلا جي قدمن ۾ رکي عرض ڪيو، پٽ جي ڪمائيءَ تي ماءُ جو پورو حق آهي. اِهي آءٌ هرگز واپس نه وٺندس. موڪلائي ڪري ٻئي ٻاهر آيا. شرينواسن ٽئڪسيءَ سميت حاضر هو. ٽئڪسيءَ ۾ ويهي ٻئي اِيئرپورٽ آيا. ايئرپورٽ تي ديوراج ۽ رميش کي سي. آف. ڪرڻ لاءِ ڊئريڪٽر ۽ امين سياني آيا هئا. سيني کان موڪلائي ٻئي ٻاهر رن وي تي بيٺل هوائي جهاز ۾ سوار ٿيا.

بامبي پهچي سانتاڪروز ايئر پورٽ کان ٻاهر اچي رميش پڇيو، هاڻي؟

جيڏانهن قسمت وٺي هلي. ٻئي هلي ڪافي اڳتي نڪري آيا. هڪ ٽئڪسي اچي سندن اڳيان بيٺي. ٻئي ٽئڪسيءَ ۾ سوار ٿيا. ڊرائيور پڇيو، صاحب ڪيڏانهن؟ ڪنهن سُٺي ۽ سستي هوٽل ۾ وٺي هل.

پهريون ڏينهن هوٽل ۾ آرام ۾ گذاريائون. ٻئي ڏينهن کان صبوح جو سويل کان دير تائين اِسٽوڊيو جا ۽ پروڊيوسرن جي آفيس جا چڪر شروع ٿي ويا. هفتو گذري ويو. ڪٿان ڪوئي آسرو نه پئي مليو. اڳلي ڏينهن هڪ فلم جي سيٽ تي رميش شيلا کي ڏسي ورتو. ديوراج جو هٿ پڪڙي هڪ طرف وٺي ويو. شوٽنگ ختم ٿيڻ جو اِنتظار ڪرڻ لڳا.

شيلا جو شاٽ او.ڪي. ٿيو ته ڊريسنگ روم ۾ وڃڻ لڳي. رميش تڪڙيون وکون کڻي ويجهو وڃي آواز لڳايائين، شيلا ديدي!

شيلا مُڙي پويان ڏٺو. رميش کي ڏسي يقين ئي نه آيس.

اکيون مهنڊ لڳي. رميش ويجهو اچي چيس، ديدي آءُ رميش.

آءُ سڃاڻان ٿي، پر تون هتي ڪيئن؟

ديدي لنبي ڪهاڻي آهي. ڪنهن ڏينهن فرصت ۾ توکي ٻڌائيندس. فلحال آءُ ۽ منهنجو دوست هِتي فلمن ۾ پنهنجي قسمت آزمائڻ آيا آهيون. تون اسان جي مدد ڪر.

ڇا ٿا بڻجڻ چاهيو؟

منهنجو دوست هيرو بڻجڻ ٿو چاهي ۽ آءُ اِسٽوري رائيٽر.

ٻڌ، رام درياڻي نئين فلم شروع ڪرڻ وارو آهي. منهنجو ريفرنس ڏيئي اُن سان ملجو. ائڊريس ۽ فون نمبر نوٽ ڪر.

رميش اِئڊريس ۽ فون نمبر نوٽ ڪيو. اِشاري سان ديوراج کي سڏي شيلا سان ملايو. ٻنهين هڪ ٻئي کي وِش ڪيو. رميش شيلا کان پڇيو، ديدي منهنجو پريوار ڪٿي آهي؟

شيلا چيو تہ اُن جو تہ پتو ناهي شايد رتنا کي خبر هجي. مامو تہ پريوار سميت هِتي آهي. ليڪن رتنا اندور ۾ آهي. دينا بئنڪ ۾ نوڪري ٿي ڪري.

ديدي آءُ اِندور ويو هوس. پر آءُ ڊاڪٽر صاحب لاءِ پڇندو رهيس پتو نہ لڳو. رتنا بابت پڇيو، اُن جو پڻ پتو نہ لڳو، هاڻي ڳولهيندومانس. ٿئنڪيو ديدي، ٿئنڪيو ويري مچ.

ان جي ضرورت ناهي. رتنا ڪيڏانهن پيڳي نِڪي وڃي. پهريائين وڃي مسٽر درياڻيءَ سان ملو. اڄ ئي ٿا وڃي ملئونس. توهان پنهنجي گهر جو پتو ٻڌايو ۽ ڪنهن ڏينهن توهان جي گهر اچي ملندسانءُ. شيلا رميش کي گهر جي اِئڊريس ۽ فون نمبر ڏنو.

شيلا کان موڪلائي ٻاهر اچي ڪري رام جي آفيس لاءِ

روانا ٿيا. آفيس پهچي هڪ سِلپ تي نالو لکي ملڻ جي اِجازت گهري. سلپ اندر موڪليائين. ٿوريءَ دير ۾ رام اندر گهرائِن. رام هٿ ملائي قرب سان ٻنهين سان مليو. رميش شيلا جو ريفرنس ڏيئي پنهنجي اچڻ جو مقصد بيان ڪيو. رام ٻنهين کي غور سان ڏٺو. رميش کان اِسٽوريءَ جو فائيل ورتائين. فائيل کولي ڪهاڻيءَ جو ٽائيٽل پڙهي سيٽي وڄائيندي چيائين، انٽريسٽنگ، آءٌ هيءَ ڪهاڻي جلد ئي پڙهندس ۽ توهان کي ملڻ لاءِ وري ٻيهر گهرائيندس.

ديوراج هوٽل جو پتو ۽ فون نمبر ٻڌايس. رام ڊائريءَ ۾ نوٽ ڪيو. ديو ۽ رميش اُٿي موڪلائڻ لڳا. رام چين ڪجهه دير ويهو. رام اِنٽرڪام تي آديش ڏنو. ٿوريءَ دير ۾ چپراسي ٻه ڪولڊرنڪس کڻي آيو. ٻئي بوتلون ديو ۽ رميش جي اڳيان رکيائين. ڪولڊرنڪس پي رام کان موڪلائي ٻئي ٻاهر آيا.

رميش پڇيو، هاڻي؟

هاڻي ڪنهن بار ۾.

رات جو ڪائي پي ٻئي هوٽل موٽيا. بستري تي ليٽي رميش چيو، برادر آءٌ سياڻي ئي اِندور وڃڻ ٿو چاهيان

ٺيڪ آهي. رسيپشن تي فون ڪري سيٽ بوڪ ڪرائڻ لاءِ چئي ڇڏ.

رميش اِندر اِيئر پورٽ کان جنهن وقت ٻاهر آيو تہ اُن وقت اڃان صبوح جان ۷-۴۰ ٿيا هئا. ٻئنڪ کلڻ ۾ ڪافي دير هئي. ٽئڪسي ڪري يشونت روڊ ڌرمشالا ۾ آيو. روم بوڪ ڪرائي ڪمري ۾ آيو. ڪجهه دير ليٽي پيو. اُٿي سنان ڪري هيٺ رِسيپشن تي اچي دينا ٻئنڪ بابت پڇيائين تہ دينا ٻئنڪ جون ڪيٽيون برانچون آهن؟ خبر پئيس تہ چار پنج برانچون آهن. خاص سيٽا گنج برانچ آهي. اُٿي هليو وڃ.

ڌرمشالا ڪان ٻاهر اچي رميش سنڌ سؤيٽس تي نيرن ڪاڌي. راجواڙي تي اچي چانهه پيتائين. اُتان ٽانگي ۾ ويهي سيٺاگنج دينا بئنڪ برانچ ۾ پهتو. بئنڪ جي مئنيجر وٽ وڃي ڪري رتنا بابت پڇيائين، مئنيجر چيو رتنا سندس ئي بئنڪ ۾ ڪم ڪندي آهي. پر ڪجهه ڏينهن جي موڪل تي ويل آهي.

رميش رتنا جي گهر جو پتو نوٽ ڪري رڪشا ڪري جيرام پور ڏنل پتي تي پهتو. مڪان مالڪ مان پتو پيس ته رتنا اُجين سنڌي ڪالونيءَ ۾ ساهرن ۾ ويل آهي. ٻُڌي رميش کي خاطري ٿي ته سندس مائٽ اُجين ۾ ئي آهن ۽ رتنا اُتي ويل آهي. اِن ڳالهه جي به خوشي ٿيس ته رتنا سندس غيرمؤجودگيءَ ۾ به ناتو نباهيندي پئي ٿي اچي. اُن ئي رڪشا ۾ سوار ٿي بس اِسٽئنڊ پهتو. ويهي اُجين جي بس ۾ اچي پهتو. هڪ دڪاندار ڪان پنهنجي پتا جو نالو پُڇيو. دڪاندار هڪ ڇوڪرو ساڻ ڏنس جيڪو کيس گهر وٽ ڇڏي ويو. گهر جو دروازو کليل هو. سڀ هڪ ئي ڪمري ۾ مؤجود هئا. اُتسوءَ جو ماحول هو. مگر سڀني جا چهرا مُرجهايل به هئا. رميش اندر وڃي ماءُ پيءَ جي پيرن تي هٿ رکيو. سڀني جو ڌيان رميش ڏانهن ويو. ماٽس ڇڪي ڪري ڇاتيءَ سان لڳايس. هن جي اکين مان ڳوڙها زار زار وهڻ لڳا. سڀ روئي رهيا هئا. سڀ رميش سان ملڻ لاءِ منتظر هئا. رميش سڀني سان ملي رهيو هو. رتنا پنهنجي واري اچڻ جو بيصبريءَ سان اِنتظار ڪري رهي هئي. جڏهن موقعو مليس ته لوڪ لاج جي پرواهه ڪرڻ کانسواءِ رميش سان چُنبڙي پئي. رميش جي سيني ۾ منهن لڪائي سڏڪا ڀري روئڻ لڳي. رميش پيار مان مٿي ۽ پنيءَ تي هٿ ڦيرڻ لڳس.

جڏهن اندر جي جر هلڪي ٿيس تہ الڳ ٿي اڪيون اُگهي پڇيائنس ڪٿي هيئن هيترا ڏينهن؟ سڀ چاڻ لاءِ چڻ منتظر هئا تہ رميش آخر ڪٿي هئو ايترا سال. رميش چيس تہ ان جي لنبي داستان آهي. فرصت ۾ ٻڌائيندس. بهرحال ڪلهہ شيلا سان ملاقات ٿي هئي. ان مان معلوم ٿيو تہ تون اِندور ۾ آهين ۽ دينا بئنڪ ۾ سروس ڪندي آهين. صبوح فلائيٽ سان اِندور پهتس. بئنڪ مان معلوم ٿيو تہ تون موڪل تي آهين. تنهنجي گهر جي اِئڊريس تي پهتس تہ خبر پئي تہ تون هِت آئين. پڇندو پڇندو هِتي اچي پهتو آهيان. هِتي خبر پئي تہ اڄ راڌا جو مڱڻو آهي. آءُ شڪرگذار آهيان تنهنجو جو منهنجي غيرموجودگيءَ ۾ بہ تو ناتو نباهيو آهي.

رتنا چيو، مون پنهنجو فرض پورو ڪيو آهي. راڌا هڪ پليٽ ۾ مٺائي ۽ نمڪين ۽ پاڻيءَ جو گلاس کڻي آئي. رميش پاڻي پي، رتنا کي چيو، مون تنهنجي فرمائش جو رِڪارڊ وڄايو هو پنهنجي ڪولمبو ۾ ريڊيو سلون ۾ هئڻ جو انائونس پڻ ڪرايو هو.

او ڳاڌا اُن وقت آءُ ڪِڇن ۾ هيس انڪري انائونسمينٽ نہ ٻُڌي سگهيس. ٻڌان ها تہ وڇوڙي جو عرصو ڪجھ سال ٿهتجي وڃي هان.

رتنا، آءُ تنهنجي تلاش ۾ اِندور پڻ آيو هوس. پتو نہ لڳائي سگهيس. نااُميد ٿي واپس ڪولمبو هليو ويس. خئر جيڪي ٿيو سو ٿيو، هاڻي اڪين ڪان اوجهل ٿيڻ نہ ڏينديسانءِ.

آءُ خود بہ ٿيڻ نہ چاهيندس. پر منهنجي ڪيريئر جو سوال آهي مون کي جلد ئي بامبي واپس وڃڻو پوندو.

نہ بلڪل نہ.

بابا توهان هن کي سمجهايو.

پٽ، منهنجو من ئي نٿو چاهي تہ رتنا کي ڪيئن سمجهايان؟

بابا، راڌا جو ڏاجو ٻہ ناهٺو آهي نہ؟ راڌا ۽ رتنا کي پاڻ سان گڏ بامبي وٺي ٿو وڃان.

ٺيڪ آهي. منهنجي چٺي ٻہ ڪٺي وچ ڊاڪٽر صاحب لاءِ. هاڻي تنهنجي شاديءَ ۾ دير ناهي لڳائڻي.

بابا آءٌ ان گهر ۾ نٿي وڃڻ چاهيان.

پٽ، هاڻي رميش اچي ويو آهي تہ ڪهڙا ڳلا شڪوا. خون ڪڏهن پاڻي ٿي سگهندو آهي؟ تنهنجو ماءُ پيءُ تنهنجو ڀلو ئي چاهيو نہ؟ ڪهڙي خطا ڪيائون؟

رتنا، بابا ٺيڪ چئي رهيا آهن. اسين هتان پرئين نڪرنداسين.

رميش رتنا ۽ راڌا کي ساهري گهر ڇڏي پاڻ هوٽل آيو ۽ اچي ديوراج سان مليو. ديوراج ڀڊائينس تہ رام دريانيءَ آفيس ۾ گهرايو هو. آءٌ ملي آيومانس

رميش منتظر ٿي پڇيس، چا ٿيو؟

تنهنجو ڪم ٿي ويو، آءٌ لٽڪي ويس.

سو وري ڪيئن؟

تنهنجي ڪهاڻي سليڪٽ ٿي ويئي آهي. درياني صاحب مٿو بالا ۽ ديوانند کي ڪٺي وڏي بجيٽ جي فلم ٿو ناهڻ چاهي. مون کي پڻ اهم رول ڏيڻ جو واعدو ڪيو اٿائين. بي فلم ۾ شيلا سان گڏ هيرو جو رول ڏيڻ جو واعدو ڪيو اٿائين. اُن جي ڪهاڻي ٻہ توکي ئي لکڻي آهي

معاف ڪر دوست، بي ڪهاڻي لکڻ لاءِ ڪنهن ٻئي حادثي

جو شڪار ٿيڻ نہ ٿو چاهيان.

حادثي جو شڪار ٿيڻ جي ڪا ضرورت ناهي. سنسار ڪهاڻين سان ڀريو پيو آهي. هر اِنسان هڪ ڪِردار ئي تہ آهي. هڪ دفعو جنهن کي لکڻ جو ڪيڙو ڪاٽيندو آهي تہ اُهو شخص لکڻ کان رهي نہ سگهندو آهي. سياڻي هلي ڪانٽريڪٽ تي صحي ڪجانءِ. هاڻي ٻڌاءِ. اڄ جو ڇا پروگرام آهي؟

سڄو ڏينهن تنهنجي ٻلي آهيان. رات جو ڊنر منهنجي ساهرن ۾ آهي. اِسڪاچ کان گهٽ تہ ڪا وِسڪي نہ هوندي.

نہ يار، پرائي گهر نہ، پلي تنهنجا ساهرا ڇونہ هجن، پرائي اِسڪاچ کان پنهنجي ڪائي ميڊيم پلي.

منهنجي رتنا سان نہ ملڻ چاهيندين؟

ضرور، ملڻ چاهيندس. ليڪن ٻيءَ جڳهہ تي.

هلڻو ئي پوندءِ دوست، نہ تہ رتنا فيل ڪندي.

ٺيڪ آهي. هلندس ليڪن اوڊر طور. سياڻي سيني کي ڪنهن سُٺي هوٽل ۾ ڊنر ڏي وٺي هلنداسين ۽ قرض چڪائينداسين.

لڳي ٿو سائيننگ امائونٽ سياڻي ئي نڪاڻي لڳائڻ جو اِرادو اٿئي.

ڪائي ڳالهہ ڪانهي، ها شيلا کي بہ اِنوائيٽ ڪج.

ضرور..

# چڱتالي

سٽپڙا پهاڙن جي ترائيءَ ۾ جهنگل جي وچ ۾ وسيل هڪ ننڍڙو ڳوٺ. پهاڙي ڀڄوئا، سدا سچا محنتڪش اِنسان، مٽي، گاهہ ۽ بانس ڪانيءَ سان اڏيل جهوپڙا. گهر ڀرسان ٻڌل ڳايون، ڏاند، ٻڪريون، دڙٻن ۾ بند ڪُڪڙ ڪُڪڙيون.

قريب جي ڳوٺ سوهاڳپور ۾ وسپت ڏينهن بزار لڳندي هئي. ڀڄوئا جا آديواسي ڳوناٺا ڪانيون، بيضا، ڪڪڙ وغيرهہ کڻي ويندا هئا ۽ اُهي وڪڻي بدلي ۾ ڳُڙهہ، لوڻ، ماچيس، گاسليٽ، چانهن پتي، تماڪو وغيرهہ وٺي ايندا هئا ۽ پورو هفتو اُن مان ڪم هلائيندا هئا. ڪڏهن وڏي ضرورت پوندي هين تہ ٻڪرو ٻڪري، ڳانءِ، ڏاند يا ڳڏ ڪيل اناج جو ڪجهہ حصو وڪڻي ضرورت پوري ڪندا هئا.

سڄي سال جي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ هي ماڻهو چيٽ مهينو شروع ٿيندي ئي پاسي واري ضلعي رائيسين ۾ ڪڻڪ جو فصل ڪٽڻ ويندا هئا. جيترو فصل ڪٽيندا هئا اُن جو ڏهون حصو محنتاڻو ملندو هون. محنت مزوريءَ ۾ ڳڏ ڪيل ڪڻڪ سندن لاءِ گذران جو وسيلو هو. اُتان جا ماڻهون هنن کي چتيئا چوندا هئا. اِهڙن جنيتئن ۾ پهاڙي ڀڄئرا جا ماڻهو پڻ شامل هئا. سندن سردار هو رامسنگهہ. اِهڙي ئي هڪ چيٽ جي مهني ۾ رامسنگهہ جي زال هڪ ڪنيا کي جنم ڏنو. رامسنگهہ سندس نالو رکيو چڱتالي.

چڱتاليءَ جي ماءُ ابوڌ اوستا ۾ ئي چڱتاليءَ کي انات

ٻڌائي سرڳ سُڌاري. رامسنگهه ٻي شادي نه ڪئي ۽ ماءُ پيءُ ٻنهي جو فرض نڀائي ڇٽاليءَ جي پرورش ڪيائين.

رائسين ضلع جو هڪ ڳوٺ هو سلطانپور. سلطانپور ۽ پسگردائيءَ ۾ سرڪاري زمين جا وڏا چڪ هئا. ڪجهه وڏن مسلمان زميندارن جي زمين پڻ هئي. مِٽي ڪاري ۽ وڏيڪ پئداوار ڏيڻ واري هئي. ويتر نهرن ذريعي پوک لاءِ پاڻيءَ جي سهوليت هئڻ سبب هاري هر سال ٻه ته ڪي ٽي فصل ڪڍندا هئا. مکيه پئداوار هئي ڪمند، ڪپه، ڪڻڪ، ڇڻا ۽ ساريون.

ديش جو ورهاڱو ٿيو ته ڪيترائي مسلمان پاڪستان هليا ويا ته بدلي ۾ سنڌي هندو بهاولپور ۽ پنجابي آيا. سرڪار اُنهن کي وسائڻ لاءِ سرڪاري زمين ۽ پاڪستان ويل مسلمانن جي زمين ورهائي ڏني. جيڪي سرڪاري زمين جا چڪ هئا، اُنهن کي سيڪٽر چوندا هئا، جيڪي ڪُل چار ئي هئا. هاڻي اُنهن کي ڪئمپ سڏڻ لڳا بهارول پوري گهڻي ڀاڱي گهر اڏي ڪئمپن ۾ رهڻ لڳا باقي سلطانپور ۾ اُتان جا اصل باشندا هندو ۽ مسلمان ۽ تازا آيل سنڌي پنجابي هيا. آباديءَ جي حساب سان سنڌي اُتي وڌيڪ هئا.

ڏوراهين پاسي جي سنڌين زمين وڪڻي ڇڏي، ڪي سنڌي ڀوپال ۾ رهي ٻٽيئيءَ تي پوک ڪرائيندا هئا. سلطان پور جا سنڌي به ٻٽئيءَ تي پوک ڪرائيندا هئا. هاريءَ جو ڪم بهاولپوري ڪندا هئا. ڇئني ڪمپن ۾ خاص ڪئمپ هئي ڪئمپ نمبر ٣. اُن جو مکي هو سومناٿ. ڪئمپ وارا کيس سردار چوندا هئا.

ڪسانن ۾ سڀ کان وڌيڪ محنتي ۽ آزمودگار هو سيٺ

رامدتو. ڪيترن سالن کان رڪارڊ فصل پئدا ڪري پوري ضلعي ۾ اول ايندو هو ۽ ڪيترا اِنعام پڻ کٽيا هيئين.

بيو مشهور هو ستيشڪمار. ستيش پوپال جي مشهور ڪپڙي واپاري سيٺ لکميچند جو سڪيلڊو پٽ هو. سيهور جي ايگريڪلچر ڪاليج ۾ پڙهائي ڪري گريجيوئيٽ جي ڊگري ورتي هيائين. بدنيءَ جي ٽريڪٽر ٽريننگ سينٽر مان ٽريڪٽر هلائڻ ۽ رپيئر جي ٽريننگ پڻ ورتي هيائين. هن ابي ڏاڏي جي ڪپڙي جي ڌنڌي بجاءِ کيتيءَ کي پنهنجو پيشو بڻايو. سيڪٽر چار ۾ ستيش جو ڪافي وڏو فارم هو. کيتن جي وچ ۾ فارم هائوس ۾ سڀ سهولتيون ميسر هيون. لائيٽ هجڻ جي باوجود جنريٽر پڻ ولي چڏيو هيائين. ان کان سواءِ سواريءَ لاءِ هڪ گهوڙو ۽ جيپ پڻ هيس. شڪار جو پڻ شؤق هوس. جهنگل ۾ وچي پسون پکين کي گن جي بجاءِ ڪئميرا ۾ شوٽ ڪندو هو. هو ماڊرن نموني سان کيتي ڪندو هو. نوان طريقا پڻ ايجاد ڪندو رهندو هو. ڪوئي ڪسان مدد يا صلاح لاءِ ايندو هوس تہ اُن جي دل و جان سان مدد ڪندو رهندو هو. پاڻ پڻ اڪثر سيٺ رامدت وٽ صلاح لاءِ ويندو رهندو هو. منيرام ستيش جو مئنيجر سيڪريٽري، ڊرائيور، ڪُڪ سيوڪ آل اِن ون هو. ماڻهو ستيش کي بابو نہ سڏيندا هئا.

چيٽ مهنو شروع ٿي چڪو هو. سردار رامسنگهہ جو قبيلو سلطان پور ۾ آيل هو. چيتاليِ سورهان چيٽ ڏسي چڪي هئي. انب جي بور وانگر جوڀن اُنتي چانئيل هو. سانئرو سلونو رنگ، تِکا رؤش، ساوڻ جي گهٽا جهڙا وار، ساگر کان گهريون اکيون، ڪاري گلاب جي رنگت وارا چپ، مظبوط ۽ قداور قد ڪاني چيتاليءَ کي هڪ وار ڏسڻ وارا

کيس ڏسندو ئي رهندو هو.

رامسنگهہ جا ماڻهو رامدتي جي کيت ۾ ڪٽائي ڪري رهيا هئا. چيتالي پڻ فصل ڪاٽڻ ۾ مشغول هئي. سندس هٿ بجليءَ وانگر ڦڙتيءَ سان هلي رهيا هئا. هوءَ پنهنجي ڪم ۾ ئي مشغول هئي.

سيٺ رامدتو کيتن ۾ ڪٽائيءَ جو ڪم ڏسي رهيو هو. ستيش ڪنهن ضروري ڪم سان رامدتو سان ملڻ وڃي رهيو هو. چيتاليءَ تي نظر پيس تہ قدم اُتي ئي رُڪجي ويس. يڪٽڪ چيتاليءَ کي ڏسندو رهيو. جنهن ڪم سان آيو هو سو بہ وِسري ويس. ان سڀ کان بيخبر چيتالي ڪم ۾ ئي مشغول هئي.

سيٺ رامدتو ستيش کي ايندو ڏٺو تہ پاڻ ئي ملڻ لاءِ اڳتي وڌي آيو. ستيش جي حالت ڏسي چپن تي مُرڪ اچي ويس. ڪجهہ دير ڏسندو رهيو. پوءِ ستيش جي ڪُلهي تي هٿ رکي چيائين، نتهڙ اُس ۾ ڪيئن اچڻ جي تڪليف ڪئي اٿئي؟

ستيش رامدتو کي ڏسي هڪو ٻڪو ٿي ويو. ڪجهہ نہ سُجهيس تہ کيس پيري پئي بهانو ٺاهي چيائين، ضروري ڪم هو تہ اچڻو ئي پيو.

ٻنهين جي ڳالهائڻ سان چيتاليءَ جو ڌيان ڀڳو ٿيو. منهن مٿي ڪري ٻنهين کي ڏٺائين. پيشانيءَ تي موتي چمڪي رهيا هيس. جلد ئي ڪنڌ جُهڪائي ڪم ۾ لڳي ويئي.

رامدتو پڇيس، اَهڙو ڪهڙو ڪم ٿي پيو جو پاڻ آيو آهين؟ منيرام کي موڪلين ها تہ آءٌ پاڻ هليو اچان هان.

ستيش فضيلت سان چيس، سيٺ صاحب، ايترو مريادا

ڪان ڪِريل نہ آهيان جو توهان جهڙي بزرگ کي ڪا تڪليف ڏيان. منيرام ڪنهن ڪم سان ويل آهي انڪري آءٌ خود آيو آهيان.

چئو، ڪهڙي سيوا ڪريان؟

سيٺ صاحب، فصل پچي تيار بيٺو آهي. هارويسٽر خراب پيو اهي. نهرائڻ ۾ وقت لڳندو. مون کي ٻين کان فصل ڪٽائڻ جو آزامودو ناهي انڪري مدد لاءِ توهان وٽ آيو آهيان. توهان جا مزور ڪافي ڦُرتيلا آهن. چيتاليءَ ڏانهن اِشارو ڪندي چيو تہ ڇوڪريءَ جي ڦرتي ڏسي تہ مان دنگ رهجي ويو آهيان. پنهنجي تعريف ٻُڌي چيتالي شرمائجي ويئي. من ۾ خوشي بہ ٿيس. رامدت نهٺائيءَ سان چيس، هي منهنجا مزورر ناهن، نيڪي تي ڪم ڪندا آهن. جيڪو فصل ڪاٽيندا آهن، اُن جا پندا ٻڌي رکندا آهن. ڏهن پندن ۾ هڪ پنڊ مطلب ڏهون حصو سندن محنتاڻو ٿِيندو آهي. منهنجو ڪم پورو ٿيڻ تي آهي. پرئين ڪان توهان وٽ لڳي ويندا. اچو توهان کي سردار سان ملايان.

ستيش بيدليو رامدتو سان گڏ اڳتي وڌيو. من ۾ اُن ڳالهہ جي خوشي پڻ هئس تہ پرئين ڪان ڇوڪري سندس اکين جي سامهون هوندي. سردار سان ڳالهائي ستيش آفيس موٽي آيو. تصور ۾ چيتاليءَ جو مُکڙو تري رهيو هوس. غالب جو هيءَ سدا بهار شعر، عشق پر زور نهين، يي وو آتش هئہ غالب جو لڱائي نہ لڱي اؤر نهين بجهائي نهين جاتي. ستيش جي حالت کي بيان ڪري رهيو هو.

ستيش عشق جي آتش ۾ ٻري رهيو هو. پهريئين نظر ۾ ئي چيتاليءَ کي دل ڏيئي وينو هو. ٻن ڏينهن کان پوءِ چيتالي

سندس قريب هوندي پر اِهي به ڏينهن ستيش لاءِ پهاڙ کان
به وڏا لنبا هئا. ڪنهن ڪم ۾ بلڪل من نه پيو لڳيس.
چيتاليءَ جي خيالن ۾ بس گم هو. منيرام ستيش جي حالت
کي سمجهي نه پئي سگهيو. جيئن سمجهه ۾ اچيس پيو
تيئن ڪم نبيري رهيو هو.

مقرر ڏينهن تي صبوح جو سوير رامسنگهه پنهنجن ماڻهن
سميت اچي حاضر ٿيو. منيرام کيس پري پري تائين ڦهليل
ڪڻڪ جي سنهري بالين سان لهرائيندا کيت ڏيکاريا. رامسنگهه
منيرام کي چئي ناريل اگربتي ۽ ماچيس گُهرايو. اگربتي
ٻاري مٽيءَ ۾ کوڙي، ناريل ڀڃي اُن جو پاڻي کيت ۾
ڇنڊيائين. ڀڳل ناريل ٽڪر ڪري ورهائڻ لاءِ منيرام کي ڏنائين.
پوءِ ڏاٽو ستيش جي هٿ ۾ ڏنائين. ستيش ڏاٽي کي پڪڙيو.
ڪجهه دير ڏسي ڏاٽو چيتاليءَ جي هٿ ۾ ڏنائين. چيتاليءَ
مُسڪرائيند ڏاٽو سنڀاليو. جهڪي مُٺ ڀري ڪڻڪ جي بالين
کي پڪڙيائين. پوءِ جڙ کان ٿورو مٿي ڏاٽو هلايائين. بالِيون
هٿ ۾ اچي ويس. اُتي سڌي ٿي ڪٽيل باليون ستيش کي
ڏنائين. ستيش باليون مٿي سان لڳائي منيرام کي سنڀالڻ
لاءِ ڏنائين. ڪم شروع ٿي ويو.

ستيش آفيس مان وڃي ڪئميرا کڻي آيو. چيتاليءَ جو
فصل ڪٽيندي فوٽو ڪڍيائين. پوءِ واپس آفيس هليو ويو.

رامسنگهه سيني ماڻهن کي کيت جا حصا ورهائي ڏنا.
جتي سيني ڪٽائيءَ جو ڪم شروع ڪري ڇڏيو. ڪجهه دير
کان پوءِ ستيش آفيس مان اُٿي اُن جڳهه تي آيو چيتالي
ڪم ڪري رهي هئي. هو سندس آس پاس چڪر لڳائڻ لڳو ۽
نظر بچائي کيس تڪڻ پڻ لڳو. چيتاليءَ کي ڏسي دل ڌاپيس

ئي نہ پئي. چيتالي پنهنجي ڪم ۾ مشغول هئي. بار بار ستيش جي سندس چؤگردچڪر ڪاٽڻ سبب چيتاليءَ جو ڌيان ڀنگ ٿيو. چيتاليءَ کي بابوءَ جو چڪر لڳائڻ ۽ گهورڻ برو لڳو پر پوءِ بہ خاموش رهي ڪم ڪندي رهي. چيتاليءَ جي خاموشيءَ سان ستيش جي همت وڌي ويئي. هو چيتاليءَ جي بلڪل ويجهو رهڻ لڳو. سردار ۽ ٻيا مزور ڪافي پري پري هئا، ڪنهن جو ڌيان هن طرف نہ ويو. ڳالهہ چيتاليءَ جي برداشت کان ٻاهر ٿيڻ لڳي. خفي ٿي ستيش کي ٽوڪيائين، بابو، ٻيو ڪوئي ڪم ڌندو ڪونہ اٿئي ڇا؟ ڪيتري دير کان هتي بيٺو آهين.

ستيش ٻڌائيءَ سان جواب ڏنيس، فصل جي نگهباني ٿو ڪريان اِهو بہ تہ هڪ ڪم آهي نہ؟

نگهباني هڪ ئي جڳهہ تي ڪرڻي اٿو؟

نگهباني اُتي ئي ڪرڻي پوندي آهي جتي چوريءَ جو خطرو وڌيڪ هوندو هو.

چيتالي ڪروڌ ۾ ڀرجي ويئي ۽ چيائين، بابو اسين غريب ضرور آهيون پر چور نہ آهيون. چيتالي اڃان ڪجهہ وڌيڪ چوي، ان کان اڳ ئي ستيش اڌ ۾ جملو ڪٽيندي چيس، چوري تہ ڪئي اٿئي!

چيتاليءَ رڙاٽڪي آواز ۾ پڇيس، ڇا چورايو آهي مون؟

منهنجي دل.

چيتالي ڇرڪ ڀريندي ناراضگي ظاهر ڪندي چيو، بابو، توهان کي اِهو نٿو سونهي. اڪيلو سمجهي ڇيڙي رهيا آهيو. مان بابوءَ کي چوان ٿي، اسان کي توهان جو ڪم ناهي

ڪرڻو. اسان ڪم ڇڏي هلي ويندا سين.

ستيش چيتاليءَ جي ڌمڪيءَ کان ڊڄي ويو. نرم لهجي ۾ چيائيس، چيتالي مونکي غلط نہ سمجهہ. جڏهن کان مون توکي ڏٺو آهي، دل بي قابو ٿي رهي آهي. آءٌ توسان پيار ٿو ڪريان، توسان شادي ٿو ڪرڻ چاهيان، تون ها ڪر تہ سردار کان مان تنهنجو هٿ گهران.

ان لاءِ توهان کي ستن جنمن تائين اِنتظار ڪرڻو پوندو. باپوءِ منهنجي تقدير جو فيصلو اڳ ۾ ئي ڪري ڇڏيو آهي. ستيش کي لڳو چيتاليءَ زور سان ڏاڪو سندس دل تي وهائي ڪڍيو. هو يڪ ٽڪ چيتاليءَ کي نهاريندو رهيو. ڪجهہ دير کان پوءِ زخمي دل ۽ ڀاري قدمن سان واپس مُڙيو. آفيس پهچي دروازو بند ڪري ڪُرسيءَ تي ويهي رهيو. من بيحد اُداس هيس. اڪيون ٻوٽي بدحواس ٿي وينو رهيو.

چيتالي خوش هئي جو مٽي ڦريل کي ڀڄائي ڪڍيو هئائين. وري ويچار آيس تہ اِهو بدمعاش وري آيو تہ سردار کي شڪايت ڪري سندس ڪم ڇڏي هو ٻئي ڪنهن جڳهہ تي ڪم ڪرڻ هليا ويندا سين.

سڄو ڏينهن گُذري ويو. ستيش موٽي نہ آيو. مڪنتاڻو ڏيڻ لاءِ منيرام آيو. ٻي ڏينهن بہ سڄ لهڻ لڳو، پر بابو نہ آيو. چيتالي سوچ ۾ پئجي ويئي، ڪٿي بابو سچ پچ تہ مون سان پيار ڪرڻ نہ لڳو آهي؟

ويچارو بابو! ڪيس افسوس ٿيڻ لڳو تہ بابوءَ جي دل دکائي هنيائين. ڪري ڇا ٿي سگهي. بابوءَ جون ڳالهيون سهي بہ تہ نٿي سگهي. سندس مڱٽو ٿيل هو. جلد ئي سردار سندس هٿ پيلا ڪرڻ وارو هو. پر بابو؟ چيتاليءَ جي دل ۾

ستيش لاءِ همدردي جاڳڻ لڳي، پر هوءَ ڪري ئي ڇا ٿي سگهي؟ مجبور هئي.

سڄو ڪم منيرام کي سُپرد ڪري ستيش خود کي آفيس ۽ بيڊروم ۾ بند ڪري ڇڏيو. منيرام حيران هو ليڪن پُڇڻ جي همت نہ پئي ٿيس.

شام جو ڪم پورو ڪري چيتالي جهنگل ۾ نورت لاءِ هلي ويئي. اُتان گٽيشو لنگهيو. چيتاليءَ کي اڪيلو ڏسي ڪري نيت خراب ٿيس. هو چيتالي ڏانهن وڌڻ لڳو. چيتاليءَ خطرو ڀانپي مقابلو ڪرڻ جي تياري ڪئي. پاڻيءَ جي پريل بوتل ڌرتيءَ تي ماري بہ ٽڪر ڪري ڇڏيائين. جيئن ئي گٽيشو ويجهو آيو ڀڳل شيشي سان وار ڪيائينس. شيشي کُلهي کي زخمي ڪري ڇڏيس. کُلهي مان رت وهڻ لڳس. گٽيشو جرايم پيشي جو هو. ٽيئن نمبر جي سردار رامنات جو خاص ماڻهو هو. جهپٽو ماري چيتاليءَ جي پوتي چڪي زخم تي ٻڌائين. چيتالي موقعو ڏسي ڀڄڻ لڳي. گٽيشي ڊُڪي چوٽيءَ کان پڪڙيس. هوءَ رڙيون ڪرڻ لڳي. منيرام رڙين جو آواز ٻڌو تہ پاڻ بہ رڙ ڪري اُن طرف ڊُڪ پاتي. چيتاليءَ کي گٽيشي هٿن کان پڪڙي ڪلهي تي ويهاري ڪري ڪئمپ پاسي ڊڪ پاتي. چيتالي هٿن سان چنبا هڻڻ لڳي. مگر ان جو گٽيشي تي ڪو اثر نہ ٿيو.هو ڪافي اڳتي نڪري ويو. منيرام ڊڪندو ڊڪندو اچي اوطاق تي پهتو.

آفيس پهچي منيرام ٻُري طرح سان ٿڪي رهيو هو. ساهہ پٽڻ بنا ئي چوڻ لڳس، ڪٽي ويس. هو هن کي ڪٽي ويو. ستيش اُٿي منيرام کي کُلهي کان پڪڙي ڪُرسيءَ تي ويهاريو. ساهہ پٽڻ لاءِ چيائينس. منيرام جي ساهہ پٽڻ تي پُڇيائينس،

هاڻي ٻڌاءِ ڇا ٿيو؟

بابو، هڪ بدمعاش، ڇيتاليءَ کي اغوا ڪري کڻي ويو آهي. هو گڏيشو ٿي لڳو. هو ڪيس رامنات جي اڏي تي کڻي ويو هوندو.

ٻڌي، ستيش جي تن بدن ۾ باهه لڳي ويئي. منيرام کي سمير (گهوڙي) کي تيار ڪرڻ لاءِ چيائين. ستيش بيڊروم ۾ ويو. پٽ تان بندوق لاهي بندوق کي لوڊ ڪيائين. ڪارتوسن جي بيلٽ جٽين وانگر ٻانهن ۾ پاتائين. بندوق ڪُلهي تي ٽنگي ٻاهر آيو. منيرام سمير جي واڳ پڪڙي بيٺو هو. مينرام کان رامنات جي اڏي جي لوڪيشن پڇائينس. ڪيس ڪجهه ماڻهو ساڻ کڻي ڪري جيپ ۾ اچڻ لاءِ چيائينس. گهوڙي تي سوار ٿي ستيش گيٽ کان ٻاهر نڪري آيو. گهوڙي جو رُخ ٣ نمبر ڏانهن ڪيائين. سمير هوا سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو.

٣ نمبر جي ٻاهريان رامنات جو اڏو پري کان ئي نظر اچي رهيو هو. ستيش پريان ئي سمير جي چال گهٽ ڪري ڇڏي. بنا آواز جي ستيش مڪان جي ٻاهريان اچي بيٺو. لڪڙيءَ جو دروازو اندران بند هو. اندران ڪجي دارونءَ جي ۽ ڪڪڙ جي پڇڻ جي بانس اچي رهي هئي. ستيش کي اُبڪائي اچڻ لڳي. پاڻ تي ظابطو رکي گهوڙي جي واڳ ڇڪيائين. سمير اڳيون ٻئي ٽنگون مٿي ڪري زور سان دروازي کي هنيائين. دروازو چيڪات ڪري کلي ويو.

اوچتي ٿيل هن گهٽنا سان سڀ ڇرڪي ويا. اندر پنهنجن ڀؤئلڳن سان ويهي رامنات دارونءَ پي رهيو هو. هڪ طرف ڪنڊ ۾ هٿ پير ٻڌل ڇيتالي فرش تي پيئي هئي. هوءَ نماڻن

نگاهن سان ستيش کي ڏسي رهي هئي. ستيش اِشاري سان کيس دلاسو ڏنائين. هن بندوق جي نال رامنات ڏانهن تاڻي.

رامنات پاڻ کي سنڀالي چڪو هو. هن غصي ۾ پرجي چيو، بابو هيءَ تو ٺيڪ نہ ڪيو.

ستيش ان ئي لهجي ۾ کيس ورائيو تہ هڪ ابلا کي هن نموني سان اغوا ڪري تو ٺيڪ ڪيو آهي؟

هن کي مان اغوا نہ ڪيو آهي.

تو نہ ڪيو آهي تہ تنهنجي ماڻهوءَ ڪيو آهي. هو هتي مؤجود آهي. تنهنجي پناه ۾ آهي. گڏيشي ٽيش ۾ اچي چيس، ڇوڪري تنهنجي سڳي لڳندي آهي؟

هوءَ مون وٽ ڪم ڪندي آهي، منهنجي پناهہ ۾ آهي.

رامنات ڳالهہ کي سنڀاليندي چيو، ”بابو اسان اُنهن رانديڪن کان ڊڄندا ناهيون. مون کي تنهنجي بندوق جو ڪو ڊپ ناهي. ليڪن اسان بنا ڪارڻ جي جهڳڙو نٿا چاهيون. توهان ڇوڪريءَ کي وٺي وڃو.“

گڏيشي رڙ ڪري چيو، ”ائين ڪيئن وٺي وڃي؟ ڇوڪري منهنجي قبضي ۾ آهي، ائين ڪٿي وڃڻ نہ ڏيندس. خبردار جيڪڏهن هڪ قدم بہ اڳيان وڌايو اٿئي تہ جيئرو واپس نہ ويندين.“

ستيش بندوق جي نال جو رُخ گڏيشي طرف ڪيو. گڏيشي تي ان جو ڪوبہ اثر نہ ٿيو. هن ستيش کي ٺونٺ هڻندي چيو، ”گولي هلائڻ لاءِ ڪليجو کپي، تون وڇين قلم هلاءِ بابو، گولي هلائڻ تنهنجي وس جي ڳالهہ ناهي.“

ستيش نال کي ٿورو گهمايو، ٿورو جهڪايو ۽ ٽريگر دبائي

چڙيائين. گولي گٽيشي جي گلاس کي چيري وچي پيٽ ۾ لڳي. گلاس گٽيشي جي هٿ مان ڇڏائجي ويو. شراب هيٺ ڌرتيءَ تي هارجي ويو. گٽيشو بدحواس ٿي ستيش کي ڏسڻ لڳو. اُتي سڀ مؤجود هڪا بڪا ٿي ويا. چيتاليءَ جون اکيون حيرت مان ڦهلجي ويون. ستيش گٽيشي کي چيو ”گولي گلاس جي بجاءِ تنهنجي سيني کي به چيري سگهي پيئي پر مان تو وانگر ناحق خونريزي پسند نہ ڪندو آهيان. ڪنهنجي جان وٺڻ ۾ ڪا بهادري ناهي، پر ڪنهن جي لاءِ جان ڏيڻ ۾ بهادري آهي.“

منيرام ماڻهن سميت جيپ ۾ پهچي ويو. ستيش جي چوڻ تي جيپ مان لهي چيتاليءَ جا ٻڌن کولي کيس جيپ ۾ ويهاري ستيش کين فارم هائوس ۾ هلڻ لاءِ چيو. گٽيشي رڙ ڪري چيس،” پنهنجا ڏينهن ڳڻڻ شروع ڪري ڇڏ بابو.“

ستيس ٽوڪيندي چيس، ”هاڻي اجان تنهنجي جان بخشي آهي. لڳي ٿو تون پنهنجي حياتيءَ مان تنگ اچي ويو آهين. ٻيهر ڇوڪريءَ ڏي اک کڻي به نهاريئہ تہ ٻنهي اکين ۾ سوراخ ڪري ڇڏيندوسانءِ.“

رامناٿ دخل اندازي ڪندي چيو، ”ڳالهہ کي اڳتي نہ وڌاءِ، هاڻي تون هِتان هليو وڃ.“

ستيش گهوڙي کي موڙي فارم هائوس جو رُخ رکيو.

ستيش جي ويندي ئي گٽيشو يڙڪجي ويو. ”هو ڇوڪريءَ کي وٺي ويا. اسان نامردن وانگر ڏسندا ئي رهياسين.“

رامناٿ يڙڪندي چيس، ”ڪنهن چيو هيئہ ڇوڪريءَ کي اغوا ڪرڻ جو؟ ڪڏهن کان اِهو ڌنڌو شروع ڪيو اٿئي؟

ڪنهن جي اِجازت سان؟''

''ڇوڪريءَ مون تي وار ڪيو تڏهن هن کي ڪٽي آيو مانس.''

''وار نہ ڪري ها تہ ڇا تنهن جي گود ۾ ويهي رهي ها؟''

پوسريل گنيشو جواب نہ ڏيئي سگهيو، پر اندر ئي اندر ۾ پوسرنجندو رهيو.

رامنات سوچڻ لڳو تہ هن گهڻنا سان ڪافي بدنامي ٿيندي ۽ پهريائين جهڙو روب بہ نہ رهندو. ڪيس گنيشي تي ڪافي غصو اچڻ لڳو پر هو غصو پي ويو.

فارم هائوس پهچي ڪري ستيش گهوڙو منيرام جي حوالي ڪري آفيس ۾ اچي ڪُرسي تي ويٺو مس تہ ايتري ۾ سردار رامسنگهہ اندر اچي هٿ جوڙي بيهي رهيو. ستيش کي عرض ڪندي چيائين، ''بابو هاٽي اسان کان ڪم نہ ٿي سگهندو. اسان اڄ رات جو ئي نڪري ٿا وڃون.''

ستيش سردار کي سمجهائيندي چيو، خطرو اجان ٽِريو ناهي ويتر وڌي ويو آهي. آءٌ توهان کي ڪجهہ ماڻهو ساڻ ڏيان ٿو. توهان سڀ مال اسباب سوڌا هِتي هليا اچو. هِتي توهان محفوظ رهندا. رات جو پهري جو اِنتظام ڪريان ٿو. چيتالي اندر منهنجي ڪمري ۾ سمهندي. آءٌ هِت ٻاهر توهان سان گڏ سمهندس. توهان جي کائڻ پيئڻ جو اِنتظام هِت ئي رهندو. صبوح جو کيتن تي لنذاري مقرر رهندا. چيتالي کيتن ۾ ڪم ڪرڻ بجاءِ هتي اچي رنڌڻي ۾ ڪم ڪندي.

رامسنگهہ کي ستيش بابو جي ڳالهہ مِٺي پئي.

چيتالي ستيش جي بيڊ تي ليٽي پيئي هئي. سوچي رهي هئي تہ بابو وقت سر مدد لاءِ نہ اچي ها تہ منهنجي ڪهڙي حالت ٿئي ها؟ مان تہ جيئري ئي مري وڃان ها. بابو بہ هي صدمو برداشت نہ ڪري سگهي ها. مون بابوءَ جي اُپڪار جو ڇا بدلو ڏنو آهي؟ دل تي ڪڏهن نہ ڀرجڻ وارا زخم آءٌ ڪيتري نہ بدنصيب آهيان؟ ڪيتري نہ مجبور؟ چيتاليءَ جو هانءُ ڀرجي آيو. اکيون ٽمڻ لڳس. هوءَ سوچڻ لڳي تہ هڪ طرف بابوءَ جو پيار آهي، اُپڪار آهي، ٻئي طرف بابوءَ جي عزت آبرو. بابوءَ جو اُپڪار بہ گهٽ نہ هو. ماءُ پيءَ ٻنهين جو پيار ممتا ڏئي پاليو اٿئين ڪنهن بہ ڳالهہ جي ڪمي محسوس ٿيڻ نہ ڏني اٿئين. سندس پڳڙي لاهيان، سندس عزت مٽيءَ ۾ ملايان؟ ڪيس آپگهات لاءِ مجبور ڪريان؟ نہ آءٌ ائين هرگز نٿي ڪري سگهان.

ليڪن بابو؟ ڪهڙي خطا جي سزا ڀوڳي رهيو آهي؟ چهرو مُرجهائجي ويو اٿس، چپن تان مُرڪ غائب اٿس، سندس خطا فقط اِها آهي جو هو مون سان دل و جان سان پيار ڪري ٿو. پيار ڪرڻ ڇا اِنسان جي پنهنجي وس ۾ آهي؟

اِهي ڳالهيون سوچي سِوچي چيتالي پريشان ٿيڻ لڳي. مغز جون نسون ڦاٽي رهيون هيس. هوءَ بستري تي اُٿي ويهي رهي هئي. ٻنهي هٿن سان مٿو پڪڙي ويني رهي. آخر ساڻي ٿي ليٽي پيئي. پتو ئي نہ لڳس تہ ڪيڏي مهل اک لڳس ۽ ننڊ اچي ويس.

چيتالي صبوح جو دير سان اُٿي. سڄو بدن ڏکي رهيو هوس. اُٿڻ تي من ئي نہ پيو لڳيس. جيئن تيئن ڪري اُٿي هو سُڌو باٿروم ۾ هلي ويئي. اُتان سنان پاڻي ڪري تيار ٿي

ٻاهر نڪتي. دروازو کولي ٻاهر آئي تہ ڏٺائين تہ بابو ٻاهر دروازي کُلڻ جو اِنتظار ڪري رهيو هو. هوءَ نظرون جهڪائي اڳتي وڌي ويئي.

ستيش بہ سنان پاڻي ڪري ٻاهر آيو تہ چيتالي نيرن جي پليٽ کڻي حاضر ٿي. ستيش اُٿي چيتاليءَ کي ڪرسيءَ تي ويهڻ لاءِ چيو، چيتالي نظرون جهڪائي خاموش بيٺي رهي. ستيش منٿ ڪندي چيس،''تون منهنجي مهمان آهين. پهريائين تون کاءُ بعد ۾ مان کائيندس.''

چيتاليءَ وراڻيو، ''مالڪ کان پهريائين داسي ڪيئن کائيندي؟ توهان مون کي رسوئيءَ جي ڪم ۾ لڳايو آهي.''

''اِهو تہ مون تنهنجي حفاظت لاءِ چيو هو. توکي تنهنجي اناج جو حصو اوترو ئي ملندو رهندو جيترو روز ملندو اٿئي.''

''اسان کي بنا پسينو وهائي کائڻ جي عادت ناهي، مون کي داسي ئي رهڻ ڏيو.''

ستيش ياري من سان چيتاليءَ کان ناشتي جي پليٽ ورتي مگر کائڻ تي ارواهہ نہ ٿيس. هن چيتاليءَ کي چيو، ''اها منهنجي بدنصيبي آهي جو تون پاڻ کي داسي ٿي سمجهين.'' ڪم تہ هر ڪنهن کي ڪرڻو ئي پوي. نہ ڪوئي مالڪ آهي نہ ڪوئي داس، داسي ئي آهن. سڀ هڪ ئي آهن. مالڪ تہ سڀني جو هڪ ئي آهي پريو پرماتما . تون پاڻ کي داسي ڪري سمجهندين تہ هڪ بہ گره منهنجي ڳلي کان هيٺ نہ لهندو.

چيتالي پوتيءَ جو پلو وات ۾ دٻائي اُتان هلي ويئي. پر وچي ڪري سڏڪا پرڻ لڳي. ستيش اُٿي چيتالي وٽ ويو. مٿي تي هٿ ڦيريائينس. رومال ڪڍي ڪري سندس ڳوڙها

اُگهيائين. پليٽ مان هڪ گرهه ٽوڙي چيتاليءَ جي وات ۾ وڌائين. چيتالي گرهه چٻاڙڻ لڳي پر لُڙڪ وهندا ئي رهيس. ستيش چيتالي جا ڳوڙها نه ڏسي سگهيو. پليٽ چيتاليءَ جي هٿ ۾ ڏيئي اُتان هليو ويو.

ڪجهه ڏينهن ۾ فصل ڪٽجي ويو. منيرام سندن محنتاڻي جو اناج ٿريشير ۾ صفا ڪرائي ڳوٽين ۾ ڀرائي کين ڏنو. ستيش جي چوڻ تي منيرام هرڪنهن شخص کي ڪپڙا ۽ روڪ انعام پڻ ڏنو.

سِڄ لٿي جو رامسنگهه ستيش وٽ آيو ۽ کيس عرض ڪيائين ته سندس محفوظ روانگيءَ جو اِنتظام ڪري. ستيش هڪ ڏينهن جي مهلت گهريس. ستيش سڄي رات سوچيندو رهيو پر ڪوئي اُپاءُ دماغ ۾ نه وينس. صبوح جو سوير اُٿيو. منيرام کي چيتين لاءِ ڏينهن رات جي خاص دعوت جو اِنتظام ڪرڻ لاءِ چئي تيار ٿي بنا ڪائڻ پيئڻ جي جيپ ۾ ويهي ڀهاڙن تي هليو ويو. سڄو ڏينهن بنا ڪنهن مقصد جي رُلندو رهيو. شام جو ڀهاڙن جي جهنگل ۾ باه لڳي ويئي. گرميءَ جو وقت هو. سُڪل وڻن ۽ گاهه کي ڏسندي ئي ڏسندي باه وڪوڙي ويئي. باه ڦهلجندي ويئي. باه جون لپٽون پري پري تائين نظر اچڻ لڳيون. منيرام چيتئن لاءِ ماس مدرا جو اِنتظام ڪيو هو. چيتيا پيئڻ ڪائڻ ۾ مشغول هئا. منيرام بابوءَ لاءِ گهڻو پريشان ٿي رهيو هو، هوڏانهن چيتالي پڻ بابوءَ لاءِ ڪافي پريشان هئي. جهنگل ۾ جانور باهه کان بچڻ لاءِ ڀڄندا رهيا. هڪ هرڻ جو ٻچو گهايل حالت ۾ جيپ جي ڀرسان اچي بيٺو، ستيش جيپ مان لهي هرڻ جي ٻچي کي گود ۾ کنيو ۽ رومال ڪڍي ڪري زخم اُگهيائينس. پاڻيءَ جي بوتل ڪڍي وات

سان لڳايائينس. پاڻي پي بيزبان پسون ڪجهہ سرهو ٿيو. ستيش وٽ ٻيو ڪو ڪپڙو ڪونہ هو. هن شرٽ لائي ڪري زخم ٻڌائينس. هرڻ جي ٻچي کي گود ۾ رکي جيپ ڊرائيو ڪري فارم هائوس طرف واپس هلڻ لڳو.

چيتيا گول گهيرو ناهي نچڻ لڳا. چيتاليءَ کي پڻ شامل ٿيڻ لاءِ چيائون پر هن اُنڪار ڪيو. جيپ جو آواز ٻڌي منيرام ڊڪي وڃي دروازو کوليو. جيپ جي اندر داخل ٿيندي ئي سيني جا ڇهرا ٽڙي پيا. چيتيا ٻيڻي جوش سان نچڻ لڳا. جيپ مان لهي ستيش هرڻ جو ٻچو منيرام کي ڏيئي اُن جي مرهم پٽي ڪرڻ لاءِ چيو. هڪ ڪارندو ڊوڙي ڪُرسي کڻي آيو. هڪ ٽوال ۽ پاڻيءَ جي جڳ کڻي آيو. ستيش هٿ منهن ڌوئي ڪُرسيءَ تي اچي ويٺو. نچڻ ڳائڻ وارن جي ٽولي ڏُڪ ٻيري وري شروع ٿي ويئي. هڪ جڻي چيتاليءَ جو هٿ پڪڙي وٺي ويئي. چيتاليءَ اِنڪار نہ ڪيو. هوءَ بيخود ٿي نچڻ ڳائڻ لڳي. سندس ناچ ۾ لئہ هئي. قرتي هئي. هئي مستي. آواز ۾ سوز هيس، ميناج هيس. ستيش پهريون دفعو چيتاليءَ جو هي روپ ڏٺو. ستيس آگر مان هيري جڙيل مُنڊي لاهي چيتاليءَ طرف اُڇلي. چيتاليءَ ڦرتيءَ سان مُنڊي جهٽي. ڦيرو پائي بلائوز اندر رکي ڇڏي. هڪ جڻو ستيش جو هٿ پڪڙي ٽوليءَ ۾ گهلي ويس. ستيش ڪجهہ دير اُنهن سان نچي ڪري ڪُرسيءَ تي اچي ويهي رهيو.

دير رات تائين ناچ گانو ۽ پيئڻ کائڻ هلندو رهيو. سڀ ٿڪ ۾ چور ٿي سمهي پيا. ستيش پڻ پنهنجي کٽ تي اچي ليٽي پيو.

چيتالي پڻ ڪمري ۾ هلي ويئي. بلائوز مان اِها مُندي ڪڍي چپن سان لڳائي. هڪ آڳر ۾ پاتائين. پوءِ بستري داخل ٿي. چيتالي بابوءَ جي باري ۾ سوچيندي رهي. سڀ گهريءَ ننڊ ۾ سُتل هئا. بيڊروم جو دروازو کُليو ۽ بند ٿي ويو. ستيش دبيل قدمن سان پلنگ جي پرسان آيو. هو چيتاليءَ مٿان جهڪيو. چيتاليءَ پنهنجون ٻئي ٻانهون ستيش جي ڪُڇيءَ ۾ لپيٽي پنهنجي طرف ڇڪيو. ستيش جهڪندو ويو. سندس چپ چيتاليءَ جي چپن سان وڃي مليا. ستيش چيتاليءَ کي پنهنجي ٻانهن ۾ جڪڙي ڇڏيو. چيتاليءَ پاڻ کي ارپڻ ڪري ڇڏيو.

چيتاليءَ کي ڳوٺ آئي ٻن مهنن کان وڌيڪ عرصو ٿي ويو هو. هوءَ گم سم رهڻ لڳي. رامسنگهه حيران پريشان هو. پڇندو هو ته هوءَ ڪجهه ناهي ائين چئي ڳالهه کي ٽاري ڇڏيندي هئي. اچانڪ هوءَ پنهنجي اندر ۾ تبديل محسوس ڪرڻ لڳي. شام جو وقت هو هوءَ اڪيلي ويٺي هئي. ڪيس اُبڪائي آئي. هوءَ ڊڪي هڪ طرف ويئي ۽ لڳي اُلٽيون ڪرڻ. ڊپ وچان ڪيس پگهر اچڻ لڳو. ڍيري ڍيري سندس پيٽ وڌڻ لڳو. چيتاليءَ ۾ آيل تبديل رامسنگهه جي نظر کان لِڪي نه سگهي. هن چيتاليءَ کان پڇيو، ڪير آهي؟

چيتاليءَ ڪڇ نه چيو. رامسنگهه جي سيني ۾ منهن لڪائي روئڻ لڳي.

رامسنگهه ڌڪو ڏيئي چيتاليءَ کي پاڻ کان الڳ ڪيو. چيتالي ڪرندي ڪرندي بچي. رامسنگهه گهر اندر ويو. اندران تلوار ڪڍي آيو. ٻاهر اچي تلوار لهرائي ڀرپور وار پنهنجي گردن تي ڪيائين. منڍي وڃي پري ڪِريس. خون جو ڦهارو

چٽو. ڏڙ اُتي ئي ڪِري پيو. خون جو ڦينگيون چيتاليءَ جي منهن تي پيون.

چيتالي ڇرڪ ڀري اُٿي ويهي رهي. پسيني ۾ ترٻتر ٿي ويئي. دل جي ڌڙڪن تيز ٿي ويس. هوءَ بستري تي ويهي سهڪڻ لڳي. ٿوري دير ڪانپوءِ پڳهر اُگهي بستري تان هيٺ لٿي. لائيٽ ٻاري دروازي وٽ ويئي. دروازو اندران بند هو. هوءَ باٿ روم ۾ ويئي. اُتي بہ ڪوئي ڪونہ هو. ڪيس خاطري ٿي. پاڻي پي ٻتي وِسائي بستري تي اچي ليٽي. هوءَ ڏٺل سپني ڪري اجا بہ گهٽي ڊنل هئي. هوءَ سوچڻ لڳي تہ اگر اِهو سپني بجاءِ حقيقت هجي ها تہ ڪيترو نہ انرٿ ٿي وڃي ها. هوءَ ڪروٽ بدلي سمهي پيئي.

ٻاهر سوچ ۾ ٻڏل ستيش تارن کي تڪي رهيو هو. سندس نيڻن ۾ ننڊ ڪانہ هئي. ڪيس چيتيئن جي محفوظ سفر جو ڪوئي اُپاءُ سُجهي نہ رهيو هو. رات ڪنجڻ ڏُکي ٿي پيس. رات جو پويون پهر هو. صبوح جو تارو چِمڪي رهيو هو. ڪيس روشنيءَ جا ترورا نظر اچڻ لڳا. ستيش بيفڪر ٿي ويو. ليڪن سمهيو نہ. صبوح جو اِنتظار ڪرڻ لڳو.

اوير ڊِشا ۾ لالائڻ ڦهلجڻ لڳي. ستيش بستري تان اُٿيو. سرونٽ ڪواٽر ۾ ئي فريش ٿي، هٿ منهن ڌوئي هو فارم هائوس کان ٻاهر نڪري آيو. ستيش ٣ نمبر ڪئمپ طرف رُخ رکيو. منيرام ٻڌايو هوس تہ سردار رامناٿ جا بہ گهر هئا. هڪ ڪئمپ کان ٻاهرهڪ ڪئمپ جي اندر. هو وڌندو رهيو. ٣ نمبر ۾ پهچي ڏٺائين تہ هڪ گهر ٻين گهرن جي مقابلي وڏو هو. سمجهي ويو اُهو ئي رامناٿ جو گهر هوندو. گهر جي ٻاهران لوڙهو هو. ان ۾ اندر وڃڻ لاءِ هڪ دروازو هو. دروازو

ڪليل هو. دالان ۾ هڪ کٽ تي ويهي رامنات چانهه جون چسڪيون پيري رهيو هو. هيٺ پٽ تي وينل ٻه چمچا پڻ چانهه پي رهيا هئا.

ستيش دروازي وٽ اچي چيو، سردار آءٌ اندر اچي سگهان ٿو؟

سوير صبوح اوچتو ستيش کي آيل ڏسي هو حيران ٿي ويو. سردار ڪيڪاري چيس، ڀلي ڪري آيا.

ستيش اندر داخل ٿيو. سردار هڪ ٻنديءَ کي اِشارو ڪيو، هو اندر وڃي ڪري ڪُرسي ڪڍي آيو. ستيش ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. ٿوري دير ۾ ستيش لاءِ چانهه جو پيالو اچي ويو. ستيش مهرباني چئي چانهه جو پيالو ورتو. چانهه پي ڪوپ هيٺ رکيائين.

هاڻي رامنات ستيش ڏانهن مخاطب ٿي چيو، ”ڪر خبر بابو، ايترو سوير صبوح جو ڪيئن اچڻ جي تڪليف ڪئي اٿو؟“

”سردار، پياسو ئي کوه وٽ ويندو آهي.“

رامنات رُڪائيءَ مان چيو، ”مطلب جي ڳالهه ڪر.“

ستيش نهٺائيءَ سان چيو، سردار آءٌ توهان جو ڏوهاري آهيان، جيڪا سزا ڪپيو مون کي ڏيو. ڏسو آءٌ اڪيلو نهٿو اوهان وٽ آيو آهيان. جيڪا سزا ڪپيو ڏيو. چاهيو ته منهنجي جان به حاضر آهي. پر هنن ٻگدام چيٽئن کي نروگهن وڃڻ ڏيو. رامنات جي ڪنن ۾ وري ستيش جا لفظ گونججڻ لڳا. ڪنهن جي لاءِ جان وڃڻ ۾ بهادري ڪونهي. ڪنهن جي جان ڏيڻ ۾ ئي بهادري آهي. هو سوچڻ لڳو، بابو اُنهن اٿڃاڻ

مزورن لاءِ، جن سان هن جو ڪوئي لاڳاپو ناهي، سر تريءَ تي کڻي آيو آهي. سردار جي من ۾ ستيش لاءِ شرڌا جاڳي. رامنات ستيش کان پڇيو، ”بابو اُنهن پرديشين سان توهان جو ڪو رِشتو ناتو آهي جو توهان پنهنجو سر تري تي کڻي هِتي آيا آهيو.“

”منهنجو اُنهن سان اِنسانيت وارو رِشتو آهي. مون سندن سلامتيءَ جو وچن ڏنو آهي. مون هڪ جٽي جي جان وڃڻ سان ڪم بڻجي ته پوءِ ناحق بيون ڪيتريون جانيون ڇو وڃن؟ ان ڪري توهان وٽ سوالي ٿي آيو آهيان.“

وچ بابو، وچ ڪين ڪجهه به نه ٿيندو، ڪائي بري نظر اُنهن طرف اُٿي ته اِهي اکيون نه رهنديون، ڪوئي هٿ سندن طرف اُٿيو ته اِهو هٿ ڪٽجي ڪِرندو. اِهو منهنجو توسان قؤل آهي.

”توهان جو اِهو احسان منهنجي مٿان رهيو، جيڪڏهن ڪو موقعو مليو ته پنهنجي جان ڏيئي به توهان جي هن احسان جو بدلو چُڪائيندس. هلان ٿو. سندن وڃڻ جي تياري ڪريان.“ ستيش مُڙيو.

رامنات هٿ وڌائي چيو، ”اگر دوستيءَ جي قابل سمجهو ته هن هٿ کي پڪڙيو.“

ستيش اڳتي وڌي رامنات جو هٿ پڪڙي چُميو ۽ چيائين، ”دوست گستاخي معاف ڪجو، دوستيءَ جي ناتي ڪجهه عرض ڪريان. توهان سوين ماڻهن جا سردار آهيو. اُنهن جي زندگي سنوارڻ توهان جي ذميداري آهي.“

رامنات لاچاريءَ سان چيو، ”آءٌ ڇا ٿو ڪري سگهان. ڪجهه ماڻهن جا کيت وِڪامي ويا آهن. ڪيترن جا قسط نه

پرڻ سبب کيت کسجي ويا آهن. ڪيترن جا گروي پيا آهن.''
توهان مون کي دوست ٻڌايو آهي تہ دوستيءَ جي ذميداري نباهيندس. جن جا کيت گروي پيا آهن، اُهي ڇڏايو. باقي جيڪا قسط آهي اُها چڪايو، جيترن پئسن جي ضرورت هجي آءٌ ڏيندس. سهوليت سان واپس ڪجو.''

سردار چيو، ''بابو تون سچ پچ نيڪ بندو آهين. ستيش موڪلائي روانو ٿيو. گٽيشو آپي کان ٻاهر ٿيندي چيو، سردار، تون دشمن جي هٿ ۾ وِڪامي وئين. تو ماڻهن کي بہ گروي رکي ڇڏيو پر آءٌ نہ وڪامجندس. سردار، بابوءَ سان واعدو توهان ڪيو آهي. مون نہ. ڏسان ٿو ڪير تو منهنجون اکيون ڦوڙي، ڪير ٿو منهنجا هٿ وڍي؟''

سردار اُٿيو، هڪ زوردار ٿڦ گٽيشي جي ڳل تي وهائي ڪڍيائين. گٽيشو تلملائجي ويو. اُتي وينل ٻيا سڀ هيسجي ويا. گٽيشو اُٿي هليو ويو. سردار کيس نہ روڪيو.

سردار ڪجهہ ماڻهن کي گٽيشي تي نظر رکڻ لاءِ چيو. پاڻ اُتي سلطانپور جو رُخ ڪيائين. اُتي سِدو ٿاڻي پهتو. ٿاڻيدار ڪُرسي پيش ڪيس. رامنات ڪُرسيءَ تي ويهي رهيو. رامنات بنا ڪنهن اُپتار جي ٿاڻيدار کي چيو، ''گٽيشي کي ٻن ڏينهن لاءِ حوالات ۾ بند ڪريو.''

ٿاڻيدار وائڙو ٿي ويو. کيس خبر هئي تہ گٽيشو سردار جو ساڄو هٿ هو. اُن کي ئي بند ڪرڻ لاءِ سردار چئي رهيو آهي. سردار ٿاڻيدار جو ڀرم دور ڪرڻ لاءِ چيو، ''سرڪار، گٽيشي جي سر تي خون سوار آهي. هن دفعي ستيش سان عداوت ڪئي اٿائين. هو اثردار ۽ رسوخ وارو شخص آهي. گٽيشي کي بچائڻ ڏکي ڳالهہ ٿيندي. توهان بہ رِسڪ ڪٽڻ

پسند نہ ڪندءُ. ان ڪري ڪيس بہ ڏينهن بند ڪرڻ هن جي لاءِ ئي فائديمند ٿيندو. اِهو ڪم جلد ٿيڻ گهرجي، جيئن هو فرار ٿي نہ وڃي.“

ٿاڻيدار ان وقت ئي بہ سپاهي گڏيشي کي پڪڙڻ لاءِ موڪليا.

سردار چيو، ڪم ٿي وڃي تہ خبر ڪجو. پرئين شام جو چانهہ گڏجي پيئنداسين. ٿاڻيدار جي وات ۾ پاڻي اچي ويو. چانهہ جو مطلب شراب ڪباب جي پارٽي. رامناٿ پنهنجي ڏيري تي موٽي ويو.

ستيش بيفڪر ٿي فارم هائوس تي موٽي آيو. آفيس ۾ ويهي رامسنگهہ کي سڏايائين. رامسنگهہ جي اچڻ تي چيائينس هاڻي ڪوئي خطرو ناهي. توهان بي فڪر ٿي وڃي سگهو ٿا.

رامسنگهہ مهرباني مڃي باهر نڪري ويو. ڪجهہ دير بعد چيتالي اندر آئي. ستيش منهن مٿي ڪٽي چيتاليءَ کي ڏٺو. پوءِ ڪنڌ جُهڪائي چڱيائين. چيتالي خاموش بيٺي رهي. ڪجهہ چوڻ پئي چاهيائين پر چئي نہ سگهي.

ستيش وري نگاهون ڪٽي چيتاليءَ کي ڏٺو. چيتاليءَ کي چيائين ، معاف ڪجِ چيتالي، اڻڄاڻائيءَ ۾ مون کان خطا ٿي ويئي. انلاءِ مان گهڻو شرمسار آهيان. چيتاليءَ کي ستيش جي شرافت بيچئن ڪري ڇڏيو. پاڻ تي ضابطو رکيائين. ستيش دراز کولي نوٽن جو هڪ بنڊل ڪڍي چيتاليءَ ڏانهن وڌائيندي چيو، ”هي رڪ تنهنجي شاديءَ جو تحفو.“

چيتاليءَ مُنڊي ڏيڪاريندي چيس، تحفو تہ توهان پهرين

ئي ڏيئي چڪا آهيو.

”اِهو تنهنجو اِنعام هو.“

”تہ پوءِ بابو تحفو شاديءَ ۾ اچي ڏجو.“

”گهرائيندين؟“

”ايندءُ؟“

”گهرائيندين تہ ضرور ايندس.“

چيتالي ڪجھہ بہ نہ چيو. مڙي آليون اکيون اُگهي ٻاهر نڪري ويئي.

ڪجھہ دير بعد رامسنگھہ جو قافلو روانو ٿيو. چيتالي هڪ بند گاڏيءَ ۾ ويٺي. گاڏي گوڏي تي رکي منديءَ کي نهارڻ لڳي. هيري ۾ بابوءَ جو چهرو جهلڪڻ لڳس. اک مان ڳريل هڪ ڳوڙهو هيري مٿان اچي پيو. سڀ ڪجھہ ڏنڌلو ڏنڌلو ٿي ويو.

جيستائين چيتاليءَ جي گاڏي اکين کان اوجهل نہ ٿي، ستيش ان طرف نهاريندو رهيو. پوءِ مُڙيو ءِ هلڻ لڳو. هلندي هلندي تلاءُ وٽ پهتو. ڪجھہ ڇوڪرا پاڻيءَ ۾ بنسي وجهي مڇي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. ستيش اُتي اچي بيهي رهيو. ڪجھہ دير ڪانپوءِ هڪ ڇوڪري جي بنسي ڇڪجڻ لڳي. ڇوڪري فورن ئي چرخي گهمائي تار ويڙهڻ شروع ڪئي. ٿوريءَ دير ۾ ڪانٽي ۾ ڦاٿل مڇي پاڻيءَ کان ٻاهر اچي ڦٿڪڻ لڳي. ستيش کي لڳو تہ ڪانٽي ۾ ڦاٿل سندس دل آهي. ڏور چيتالي ڇڪيندي ٿي وڃي. هو وڌيڪ برداشت نہ ڪري سگهيو. واپس فارم هائوس ڏانهن رُخ رکيائين.

جلد ئي ستيش جي دل تي هڪ پيو گهرو صدمو رسيو. جنهن ڪيس لوڏي ڇڏيو. ڪار ائڪسيڊنٽ ۾ سندس ماتا پتا ڪال جي حوالي ٿي ويا. سڄو ڪم منيرام جي حوالي ڪري جيپ ۾ ڀوپال روانو ٿي ويو. ماءُ پيءُ جو ڪريا ڪرم ڪري ٻارهين تائين اُتي ئي رهيو. هن دنيا ۾ هاڻي سندس ڪير به نه رهيو. نه ڪوئي دل رکڻ وارو ۽ نه ئي وري ڪير روئڻ وارو. ڀوپال ۾ ڀهريائين به ڪائي دلچسپي نه هيس. هن حادثي ڪان پوءِ ته نفرت ئي ٿي ويس. ماءُ پيءُ جي سموري ملڪيت وڪڻي پئسا ٽرسٽ ناهي ان جي حوالي ڪيائين. اُنهن پئسن مان سلطانپور ۾ پيءُ جي نالي هڪ اِسپتال کولايائين. جنهن ۾ سڀ سهولتيون ميسر هيون. ماءُ جي نالي سان ڇوڪرين لاءِ هڪ پرائميري اسڪول شروع ڪرايائين. اُنهن ئي پئسن مان ضرورتمندن جي مدد ڪرڻ لڳو.

ستيش چيتاليءَ کي وسارڻ جي گهڻيئي ڪوشش ڪئي پر وساري نه سگهيو. سوچڻ لڳو، هن دل ۾ ٻي ڪنهن جي لاءِ جڳهه ناهي. انڪري سڄي عمر پر ڪنوارو رهڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيائين.

ستيش رامناٿ جي ماڻهن جي ڀرپور مدد ڪئي. هو هاڻي پسينو وهائي ڀرپور فصل ڪٽي پنهنجو آئينده سنوارڻ لڳا، سواءِ گٽيشي جي. هو هاڻي رامناٿ ڪان پوري طرح ڪٽجي چڪو هو.

پاڻ کي رُڌل رکڻ لاءِ ستيش اناج جو ڪاروبار شروع ڪيو. هو ڪسانن کي سنا ٻج ۽ ڀاڻ ڏيندو هو. فصل اچڻ تي ڪائون ڪٽڪ خريدي مشينن ۾ صفا ڪرائي ٥٠ ڪلو جي پيڪنگ ۾ سلطانپور مارڪيٽ ڪان ٻاهر موڪلڻ لڳو. ڀهريائين ڀوپال،

اِندور پوءِ بامبي مال موڪلڻ شروع ڪيائين. براند هلي تڪبو واپاري هر قيمت تي مال خريد ڪرڻ لڳا. ستيش قيمت ڪڏي نفعو پروپڪار جي ڪم ۾ خرچ ڪرڻ لڳو.

ستيش مال پرڻ لاءِ ويئر هائوس ٺهرايو. مال ڍوئڻ لاءِ ٻه مني ٽرڪون ورتائين. ڏيري ڏيري سُلتانپور جي حالت سُڌرڻ لڳي، ماڻهن جي گهرن ۾ خوشحالي اچڻ لڳي.

ايترو مصروف رهڻ کان پوءِ ٻه اڪثر ماءُ پيءُ جي ۽ چيتاليءَ جي ياد ايندي هئس ۽ دل ۾ وڍ پوندا هيس. چيتاليءَ کي وئي چار سال ٿي ويا هئا. چار چيٽ گذري ويا هئا، رامسنگهه جو قبليو موٽي نه آيو. نه ئي سندن ڪائي خبر ئي آئي. نه ئي ستيش ان باري ۾ جاڻڻ جي ئي ڪوشش ڪئي.

منجهند جو وقت هو، روٽي ڪائي ستيش پلنگ تي وڃي ليٽيو. ٿڪاوٽ جي ڪري اک لڳي ويس. ننڊ ۾ سپنو ڏسڻ لڳو. ڳاڙهي جوڙي ۾ لپٽيل چيتالي سامهون بيٺي هئي. سندس سينڌ ۾ سندور ۽ هٿن ۾ سائي ڳاڙهي رنگ جون چوڙيون پيل هيس. چپن تي مُسڪراهٽ. ستيش پُڇيس ”خوش آهين؟“چيتاليءَ ڇهڪندي چيو، ”بيحد خوش، ستيش چيو، گاڊ بليس يو.“

”چا چيئه بابو؟“

مون چيو، ”ڀڳوان سدا توکي سُکي رکي.“ اچانڪ چيتالي غائب ٿي وئي. هو ڇرڪ ڀري اُٿي وينو. ان وقت منيرام اچي خبر ڏنس ته هڪ شخص پهاڙي بشوئا مان آيو آهي. سردار رامسنگهه جو نياپو کڻي آيو اهي. توهان سان ملڻ تو چاهي. ڪيس ڪجهه کارايو پيئاريو اٿئي؟

”گهڻو ئي چيومانس ته ڪجهه کڻي اچانءِ. پاڻ منع تو

ڪري.''

''ڪيس منت ڪري ڪارائي پيئاريس پوءِ مون وٽ وٺي اچيس.'' منيرام واپس هلي ويو. ستيش اُٿيو. هٿ منهن ڌوئي تيار ٿي آفيس ۾ اچي ويٺو. ڪجهه ئي دير ڪانپوءِ آيل مهمان ستيش وٽ اچي حاضر ٿيو.

ستيش منتظر ٿي آيل شخص ڏانهن ڏٺو ۽ پڇائينس، ''سردار ۽ قبيلي وارن جو ڪهڙو حال آهي؟''

سامهون بيٺل شخص اُداس ٿي ويو ۽ پريل گلي سان چوڻ لڳو، ''سرڪار ڪجهه نه پڇو. هتان وڃڻ کان پوءِ ڪجهه وقت سک شانتيءَ سان گذريو. سردار چيتاليءَ جي ڏام ڏوم سان شادي ڪئي. اڃان چيتاليءَ جي هٿن جي مهيندي به نه لٿي هئي، ته سندس گهوٽ کي زهريلي نانگ ڏنگيو، پيٽ ۾ ٻن مهنن جو گرڀ ڪٺي وڏوا جي ويس ۾ موٽي آئي.'' ٻڌي ستيش جي دل تي ڪافي چوٽ رسي.

نياپو کڻي آيل شخص پنهنجو نالو چئينسنگهه ٻڌايو، چوڻ لڳو، ''پوري وقت تي چيتاليءَ پٽ کي جنم ڏنو. چيت اچي نڪري ويو. سردار ٻاهر وڃي ڪم ڪرڻ کان منع ڪئي. اُتان کان بک ۽ بدحاليءَ جي شروعات ٿي. بک کان بيحال ٿي ڪيترا ماڻهو ڳوٺ مان لڏي ويا. سال در سال حالتون وڌيڪ ۽ وڌيڪ خراب ٿينديون ويون. جانور به سڀ وِڪامجي ويا. هاڻي سردار موت جي بستري تي آهي. ڌيءَ ۽ ڏوهٽي جي آئينده لاءِ گهڻو فڪرمند آهي. توهان کي ياد ٿو ڪري.''

ٻڌي ستيش سُن ٿي ويو. منيرام کي چيائين ''گدامن ۾ جيڪو به اناج پيو آهي ٽرڪن ۾ ڀراءِ.'' نوٽن جو هڪ پئڪيٽ ڏيئي چيائينس رستي ۾ جيڪو به سامان مليئي

خريد ڪر. تون چئن سنگهہ سان گڏ اُتي پهچ. آءٌ جيپ ۾ تو هلان. ستيش رامناٿ کي سڏ ڪرائي اُتان جي ذميداري سونپڻ پئي چاهي. رامناٿ بہ هلڻ جو ضد ڪيو، چئسنگهہ کان رستو سمجهي ستيش پهريائين رامناٿ جي گهر آيو. رامناٿ بہ وڃا ڪنيا. جيپ ڪئمپ کان ٻاهر نڪري آئي ۽ هوشنگ آباد جو رُخ ڪيائين. ستيش پوري تياريءَ سان هليو. ڪافي ڪئش بہ سوٽڪيس ۾ رکي هيائين.

ستيش من گهري في ڏيئي هڪ ڊاڪٽر کي هوشنگاباد مان ساڻ ڪنيو. رستو پُڇندا پهاڙي بشوئا پهتا تہ اجان سج نہ ٻڏو هو. سردار جو گهر پُڇي ستيش جيپ اچي اُتي بيهاري. جيپ مان لهي ٽيئي اندر گهريا. رامسنگهہ بيهوشيءَ جي حالت ۾ کٽ تي پيو هو. سفيد ساڙهيءَ ۾ چيتالي پيءُ جي پرسان ويني هئي. سندس ملين چهرو ڏسي ستيش جي دل درد سان پرجي ويئي. رامناٿ کي ڏسي چيتالي سهمي ويئي. رامناٿ مٿي تي هٿ رکي چيس، ”ڊڄ نہ ٻچڙي، مان هاڻي پهريون جهڙو رامناٿ ناهيان. ستيش بابوءَ منهنجي زندگيءَ جو رُخ ئي بدلي ڇڏيو آهي. تڏهن تہ اُن سان گڏ آيو آهيان.“

چيتاليءَ ڪاتر نظرن سان ستيش ڏي ڏٺو. ستيش اِشاري سان دلجاءِ ڏنس. ڊاڪٽر چڱيءَ طرح رامسنگهہ جي تپاس ڪئي. پوءِ ڪنڌ لوڏي چيائين، ”نو هوپ.“ ستيش ڊاڪٽر کان مريض کي ڀوپال وٺي وڃڻ لاءِ پڇيو. ڊاڪٽر چيو، ”ڪوئي فائدو نہ ٿيندو. رستي ۾ ئي دم ٽوڙي ڇڏيندو.“

ستيش ڊاڪٽر کي پنهنجي طرفان پوري ڪوشش ڪرڻ لاءِ چيو. ڊاڪٽر حامي ڀريندي رامسنگهہ کي هڪ اِنجيڪشن

هنيائين. ڪجهہ دوائون لکي ڏنائين، پوءِ کين هوشنگاباد چڏڻ لاءِ چيائين. ستيش چيس تہ سندس ماٺهون اچڻ وارو ئي آهي. اُهو کيس جيپ ۾ چڏي ايندو. جيئن ئي منيرام پهتو، ستيش کيس ڊاڪٽر کي جيپ ۾ هوشنگاباد چڏي اچڻ لاءِ ۽ دوائون آڻڻ لاءِ چيو. ڊاڪٽر روانو ٿي ويو.

ستيش سوٽڪيس مان نوٽ ڪڍي رامنات کي ڏيندي چيو تہ چئينسنگهہ سان گڏ وڃي جهڄي انداز ۾ راشن ۽ پئسا ورهائي اچ. اٽڃاڻ ماٺهن سان اِهڙي همدردي ڏسي ڪري رامنات جو ڪنڌ شرڌا سان ستيش اڳيان جهڪي ويو. چيتالي چانهہ ٺاهي اچڻ جو چئي اُٿڻ لڳي تہ ستيش هٿ پڪڙي ويهاري ڇڏيس. ورهين کان پوءِ چيتاليءَ کي ڏسي ستيش کي دک بہ ٿي رهيو هو تہ دوا بہ ملي رهي هيس.

ستيش شڪايت ڪيس،''پهريائين خبر چونہ ڏنئہ؟''

چيتاليءَ ڪجهہ نہ چيو. روئندي رهي. ستيش ڌيرج ڏيندي چيس ''اچ کان هن ڳوٺ جي، هتان جي ماٺهن جي، تنهنجي پٽ جي، جيڪڏهن چاهين تہ تنهنجي پڻ ذمينداري منهنجي مٿان. بس سردار هڪ دفعو اک کولي تہ اِها ڳالهہ چئي سندس دل جو بوجهہ هلڪو ڪريان.'' چيتاليءَ ڪجهہ بہ نہ چيو.

ستيش وري چيو، ''چيتالي آءُ هاڻي بہ تو سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، هاڻي تہ ڪائي رُڪاوٽ ناهي.''

''بابو سپنا نہ ڏِس، اسان جي قبيلي ۾ وڏوا ويهانو جي ريت ناهي.''

''جڏهن شادي ڪري قبيلي کان باهر هلي ويندين تہ چا جي ريت چا جا بندن؟''

”ماڻهون چوندا ھاپوءِ لالچ ۾ اچي مونکي وڪڻي ڇڏيو. پوءِ ڪوئي بہ توھان جي مدد قبول نہ ڪندو. “

”وڏي سنگدل آھين، چيتالي.“

”سنگدل تہ منھنجي تقدير آھي بابو.“

اُن رات ڳوٺ جي سيني گھرن ۾ چلھہ ٻري. سيني پيٽ ڀري روٽي کاڌي. چيتاليءَ مھمانن لاءِ روٽي تيار ڪئي. سيني روٽي کاڌي. ستيش جي منٿ تي چيتاليءَ بہ ڪجھ کاڌو. رامناٿ ۽ منيرام وچي سمھي پيا. چيتاليءَ ستيش کي بہ آرام ڪرڻ لاءِ چيو. ستيش سمجھائيندي چيس خبر ناھي ڪنھن وقت سردار کي ھوش اچي. مون کي جاڳڻ ڏي. تون وڃي سمھي پئہ. ضرورت پوندي تہ توکي سڏ ڪندس. چيتاليءَ ٻٽ کي چاتيءَ سان لڳائي وڃي سمھي پيئي.

ستيش جاڳي رھيو ھو. سندس اکيون رامسنگھہ جي ڇھري تي کُتل ھيون. اڌ رات جو چيتالي اُٿي آئي. ستيش کي زور ڀري سمھڻ لاءِ چيائين. ستيش ٻاھر اچي ڏِٺو تہ کٽ خالي نہ ھئي. ھو چيتاليءَ جي ٻٽ سان وڃي گڏ سمھي پيو. ستيش َکي گھري ننڊ اچي ويئي. صبوح جو سُج جي روشني منھن تي پيس تہ ڇِرڪ ڀري اُٿي ويٺو. اکيون مھٽيندو اندر ويو. رامسنگھہ کي اڃان ھوش نہ آيو ھو. ھو جھنگل ۾ فريش تيڻ لاءِ ھليو ويو. واپس اچي رامسنگھہ جي ڀرسان اچي ويھي رھيو. چيتاليءَ چانھہ ٺاھڻ لاءِ وڃڻ لڳي تہ ستيش روڪيندي چيس، ”چانھ منيرام ٺاھيندو.“

ستيش منيرام کي سڏي چانھہ ٺاھڻ لاءِ چيو. ٿوري دير کانپوءِ منيرام چانھہ ٺاھي کڻي آيو. ستيش منيرام کي خالي ڪوپ ۽ چمچو آڻڻ لاءِ چيو. ستيش سوٽڪيس مان صاف

رومال ڪڍيو. ڪوپ جي ٿوري چانھہ خالي ڪوپ ۾ پيتي رومال جي ڪُنڊ اُن ۾ ٻوڙي، رامسنگھہ جو وات ڪولي رومال جي ڪُنڊ نيپوڙيئين. چانھہ جا ڪجھہ ٽيپا رامسنگھہ جي وات ۾ ويا. ستيش رومال وڌيڪ ٻوڙي نيپوڙڻ لڳو. اِئين ڪندي ڪنڊِي ڪوپ جي چانھہ رامسنگھہ جي پيٽ ۾ پهتي. پوءِ باقي بچيل چانھہ چمچي سان رامسنگھہ کي پيئارڻ شروع ڪيائين. چئتالي حيرت سان اِهو سڀ ڏسي رهي هئي. چئتاليءَ پنهنجي چانھہ ستيش کي ڏيڻ چاهي. ستيش اڌ بچائي ڏيڻ لاءِ چيس. چيتاليءَ پڇيس، ”منهنجي جوٺي چانھہ پي وٺندين؟“

”پي وٺندس.“

”منهنجي جوٺي چانھہ پيئڻ سان توهان جو ڌرم ڀرشٽ ٿيندو. پهريائين توهان پيئو.“

ايتري ۾ رامسنگھہ جي سرير ۾ ٿوري حرڪت ٿيڻ لڳي. ٻنهين جو ڌيان اوڏانهن ويو. ٻئي کيس غور سان ڏسڻ لڳا. ٿوري دير ۾ رامسنگھہ اکيون کوليون. ستيش سندس هٿ پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيندي چيس، سردار آءٌ آيو آهيان، اڄ کان وٺي راهول ۽ چيتاليءَ جي ذميداري منهنجي آهي. بلڪ پوري ڳوٺ جي ذميداري آءٌ کڻان ٿو.

ٻُڌي سردار سرهو ٿيو. سندس اکين ۾ شڪرگذاريءَ جا ڀاو هئا. بابوءَ قبيلي وارن جي جيڪا مدد ڪئي هئي چيتاليءَ پيءَ کي ٻڌائي رهي هئي. ٻڌي سردار سُرهو ٿيو. ٻئي هٿ جوڙي ستيش کي نمسڪار ڪيائين. آهستي آهستي راماسنگھہ جون اکيون ٻوٽجڻ لڳيون. چيتاليءَ ڊڪي ڪري تلسيءَ جو پن ۽ نرمدا جو جل کڻي آئي. تلسيءَ جو پن پيءَ جي وات تي

رکيائين ۽ ٿورو نرمدا جل وات ۾ وڌائينس. جل سردار جي ڪنٺ ۾ ويو. هڪ هچڪي آيس. سردار آخرين ساهه ڪنيو. ستيش چيتاليءَ جي کُلهي تي هٿ رکي کيس آٿت ڏيئي رهيو هو. چيتاليءَ آلين اکين سان پنهنجي پياري باپوءَ جي بيجان جسم کي ڏِسڻ لڳي.

چيتاليءَ قبيلي وارن جي موجودگيءَ ۾ پيءُ جي چِتا کي اگني ڏني. سُڪل ڪاٺين جلد ئي باهه پڪڙي ورتي. جيتري چِتا ۾ اگني هئي، اُن کان گهٽو وڌيڪ چيتاليءَ جي من ۾ هئي. من جي تپش ۾ سندس آنسون خُشڪ ٿي ويا هئا.

ٿوري دير کانپوءِ ٻُوناٺا چِتا کي پرڻام ڪري پرسان وهندڙ نالي ۾ سنان ڪرڻ ويا. ستيش، رامناٿ، منيرام ۽ چيتاليءَ سان گڏ گهر موٽيا ۽ سيني ٻاهرين کوهه تي سنان ڪيو. چيتاليءَ هڪ ڍڪيل جڳهه ۾ وڃي سنان ڪيو. ڪجھ دير کانپوءِ چئينسنگهه سيني لاءِ روٽي کٽي آيو. ستيش چيتاليءَ جي پرسان ويهي روٽي کائڻ لاءِ مِنٿ ڪيس. پهريون گرهه پنهنجي هٿ سان وات ۾ وڌائينس. راحول پڻ ماءُ سان گڏ کائڻ لڳو. پوءِ سڀ کائڻ لڳا.

ستيش ٻه ڏينهن اُتي رُڪيو. سندس گهٽو وقت راحول سان گڏ گُذرڻ لڳو. راحول به ستيش سان گهٽو هِري مِري ويو.

پڳڙي رسم وقت قبيلي وارن يڪراءِ سان چيتاليءَ کي سردار بڻائڻ جي پيش ڪش ڪئي. مگر چيتاليءَ اِنڪار ڪري ڇڏيو. چئينسنگهه رِٿ ڏني ته سردار راحول بابا کي ٿا بڻايون. اُن جي وڏي ٿيڻ تائين سردار جي جوابداري چيتالي سنڀاليندي. سيني چئينسنگهه جي هن رِٿ جي پنيرائي ڪئي.

ستيش منيرام کي اُتي هي سڄو اِنتظام ڏسڻ لاءِ چيو. پاڻ رامنات سان گڏ موٽي ويو.

رامسنگهہ جي بارهي جي ڪِريا پوري ٿي. ستيش سيني ڳوٺ وارن کي گڏ ڪري چيو، ”قدرت جو انمول خزانو توهان وٽ آهي. پوءِ بہ توهان وٽ ڪجهہ بہ ناهي. توهان وٽ پونڄيءَ جي ڪمي آهي. محنت توهان جي پونڄي آهي لڳائيندس. ڪجهہ ئي وقت ۾ توهان جي قسمت بدلجي ويندي. سڀ کان پهريائين تلاءُ کوٽي پهاڙن تان ڪِرندڙ برساتي پاڻيءَ کي گڏ ڪري پنهنجي ۽ کيتن جي پياس ٻُجهايو. کيتن جي توهان جي پئداوار ڪافي وڌي ويندي. هر طرح جي فصل پوکي سگهندءُ. ڦلدار وڻ لڳايو. ڀاڄيون پوکيو. گلن جي کيتي ڪريو. ننڍا ننڍا گِرهہ اُديوگ شروع ڪيو.“

ستيس هڪ لک روپيہ ننڍڙي سردار جي هٿ ۾ ڏنا. چيتاليءَ راحول کان پئسا وٺي چئنسنگهہ کي ڏنا ۽ سڄو اِنتظام سنڀالڻ جي حدايت ڪئي. ستيش چئنسنگهہ کي چيو، جڏهن بہ ضرورت پوي هليو اچجانءِ. ڪوشش ڪجانءِ جيئن هِتي اِسڪول ۽ هاسپيٽل کُلي آءُ بہ پنهنجي طرفان ڪوشش ڪندس. سوهاگپور تاءِ پڪي سڙڪ نهي. نالي مٿان پُل نهي، جيئن برسات وقت اچڻ وڃڻ ۾ ڪا تڪليف نہ ٿئي. ڳوٺ ۾ بجلي پڻ اچڻ گهرجي، جيئن بشوئا ۾ هرطرح جو سُڌارو ۽ واڌارو ٿي سگهي.

چئينسنگهہ قبيلي وارن طرفان شڪرانا مڃيندي چيو، ”بابو توهان جو هي اُپڪار اسان جي مٿان قرض رهيو. وقت اچڻ تي وياج سوڌو چُڪائينداسين.ستيش خوشي ظاهر ڪندي

چيو، ”جڏهن ان قابل بڻجو ته مون کي موٽائڻ بدران ضرورتمندن کي مدد ڪجو.

قبيلي وارن جي واپس وڃڻ کانپوءِ ستيش چيتاليءَ کان راحول جي آئينده جو پڇيو. چيتاليءَ چيو، ”راحول جي جوابداري توهان کي سؤنپي ويو آهي. توهان کي جيئن مُناسب لڳي تئين ڪريو.“

ڏس چيتالي، اگر راحول هِت رهندو ته معمولي ڪِسان ئي بڻبو، ڪنهن ويجهي شهر ۾ پڙهندو ته بار بار هِتي ايندو ۽ پڙهائيءَ چڏي توسان گڏ رهڻ جو ضد ڪندو. ان ڪري منهنجو اِرادو آهي ته راحول کي ڪنهن ڏوراهينئن جڳهه تي موڪلڻ گهرجي. هو اُتي رهندو به ۽ پڙهندو به. ڪجهه ئي وقت ۾ توکي پلجي ويندو، تيستائين توکان پري رهندو جيستائين سندس سوچ نئي بدلجي ۽ پڙهائي پوري نئي ٿئي. ايترا سال اُن کان سواءِ تون رهي سگهندين؟

چيتاليءَ ٿڌو ساهه پريندي چيو، ”وني وڃوس بابو، هڪ ڀيو به پٿر دل تي رکي ڇڏيندس.“

چيتالي هڪ ڏينهن تون پنهنجي تياڳ تي ناز ڪنديئن. هڪ ڳالهه ٻي آءٌ تنهنجي مجبوريءَ جو اجوڳ فائدو نٿو وٺڻ چاهيان، آءٌ توکي ڪنهن ڳالهه لاءِ مجبور نٿو ڪريان، فقط ايترو ضرور چئي ٿو وڃان ته جڏهن به تنهنجو مون وٽ اچڻ جو من ٿئي ته منهنجي دل ۽ گهر جا درواز تو لاءِ هميشهه کليل رهندا،

”آءٌ چاهيندس ته ان جي ڪا ضرورت نه پوي.“

ستيش آهه ڀري ۽ راحول جو هٿ پڪڙي جيپ طرف وڌي ويو. روئيندو، مچلندو راحول ستيش سان گڏ ويو. جيپ جي

اُکين کان اؤجهل ٿيندي ئي چيتالي هانءُ ڦاڙي روئڻ لڳي.

ڪافي سوچ ويچار ۽ معلومات کان پوءِ ستيش راهول کي پنچگنيءَ ۾ پڙهائڻ جو فيصلو ڪيو. هو راهول سان گڏ پنچگنيءَ لاءِ روانو ٿيو. ستيش راهول جي داخلا اُتان جي مشهور نئشنل پبلڪ اِسڪول ۾ ڪرائي. ستيش لاجنگ ۽ بورڊنگ سميت سڄي سال جي في اُتي جمع ڪرائي. ڪاپيون، ڪتاب ۽ يونيفارم، اِسپورٽ شو وغيره سڀ وٺي ڏنائين. راهول کي يونيفارم پارائي فوٽو ڪڍيائينس. راهول کي وارڊن کي سُپرد ڪري موٽي آيو. ستيش فوٽو ڊيولپ ڪرائي چيتاليءَ کي موڪليو.

شروع ۾ راهول ماءُ ۽ ناني کي ياد ڪري ڏاڍو روئيندو هو. ڏيري ڏيري نئين ماحول ۾ هِري مِري ويو ۽ ماضيءَ کي ڀلائڻ لڳو. ٻي ٽئين مهني ستيش پنچگنيءَ وڃي راهول جو سڏ سماءُ لهي ايندو هو ۽ سندس فوٽو ڪڍي چيتاليءَ کي حال احوال سان گڏ موڪليندو هو. چيتاليءَ ڪجهه پل فوٽوءَ کي نهاريندي هئي ۽ پوءِ اکين ئي پل پٽر جي مورت ٻڻجي ويندي هئي. ڪڏهن من ٿيندس ته روٽي پچائيندي هئي نه ته بکي ئي سمهي پوندي هئي.

سردار جي زمين چئينسنگهه سنڀاليندو هو. لاڳت ڪٽي باقي ڪجهه اناج ۽ ڪجهه روڪ رقم چيتاليءَ کي ڏيندو هو. سندس هر ضرورت جو خيال رکندو هو. پهاڙي ٻچوئا هاٿي هڪ خوشحال ڳوٺ هو. ٻار پڙهڻ لاءِ ويندا هئا. ڳوٺ وارن کي دوا درمل لاءِ هاٽي پٽڪٽو نه پوندو هو.

گٽيشو سردار کان الڳ ٿي ٻي سهارو ٿي ويو هو. ڪائي به واردات ٿيندي هئي ته پوليس گٽيشي کي ئي پڪڙيندي

هئي. هاڻي بچائڻ وارو ڪير به نه هوس. ڪوئي ظمانت ڏيڻ لاءِ پڻ تيار نه ٿيندو هو. ڪڏهن جيل ۾ ڪڏهن ٻاهر اِهو سلسلو هلندو رهيو. چوري چڪاري، راهزني سندس پيشو بڻجي ويئي. ٻيو ڪو رستو پڻ نه بچيو هوس. بي انداز ڪچو دارو پيئڻ ۽ جيل جي روٽي کائڻ سان سندس مظبوط ٻلوان شرير کي ڪيڙو لڳي ويس. پر آڪڙ اڃان جيئن جو تيئن قائم هئس. هڪ دفعي گڻيشي ويراني ۾ هڪ طاقتور راهگير جو رستو روڪيو. راهگير زبردست چماٽ منهن تي هڻي ڪڍيائينس. لاٽونءَ وانگر مٿو ڦرڻ لڳس. ڏينهن جو تارا نظر اچڻ لڳس. پاڻ سنڀالي کيسي مان چاقو ڪڍي راهگير جي پيٽ ۾ وهائي ڪڍيائين. راهگير جا آندا ٻاهر نڪري آيا. هو ٻنهين هٿن سان پيٽ دٻائي سلطانپور ڀڳو. راهگير جون درد ڀريون دانهون ٻُڌي ڪيتن وارا ڪُڙمي مدد لاءِ ڀڳس. ماڻهن کي ايندو ڏسي گڻيشو ڀڄي ويو. مدد ملڻ کان اڳ ئي راهگير ڪِري پيو ۽ ترڦڻ لڳو. ٿوري ئي دير ۾ دم ٽوڙي ڇڏيائين.

گڻيشو لڪندو ڇپندو سردار وٽ پهتو. سندس قدمن ۾ ڪِري بچائڻ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳو. رامناٿ نوڪر ماري ٻري ڏڪيس. اُتي گڻيش کي ڪالر کان پڪڙي ڏڪيندو ڻاڻي وٺي ويو. گڻيشو سردار کي گاريون ڏيڻ لڳو. سردار کي ڏمڪي ڏنائين ته ٻيو قتل هو سردار جو ئي ڪندو. رامناٿ گڻيشي کي پڪڙي پوليس جي حوالي ڪري ڇڏيو.

گڻيشي کي عمر قيد جي سزا ملي.

وقت پاڻيءَ وانگر وهندو ويو. ساڍن ٽن سالن جو معصوم راهول جوانيءَ جي دهليز تي قدم رکي چڪو هو. ريٽا سندس

همڪلاس ۽ گهري دوست هئي. هوءَ بامبي جي هڪ اناج جي واپاريءَ جي ڌي هئي. هڪ دفعو ستيش راحول ۽ ريتا کي هڪ ٻئي جي قريب ڏٺو. کيس ٻنهين جي جوڙي ڀلي لڳي هئي. ستيش ريتا کان سندس گهر پريوار باري ۾ پڇيو. ستيش ريکا جي پتا سيٺ گرڌاريلعل کي چڱيءَ طرح سڃاڻيندو هو. هو سندس گراهڪ هو. ڪائنس ڪٽڪ گهرائيندو هو. ستيش پڇڳنيءَ مان بامبي وڃي سيٺ گرڌاريلعل سان مليو. راحول ۽ ريتا جي گهري دوستيءَ جو ذڪر ڪيو ۽ سندس رشتي جي ڳالهه ڪئي. ستيش راحول جي پوري حقيقت گرڌاري لعل کي ٻڌائي. گرڌاريلعل کليل ويچارن وارو شخص هو. ريتا جي خوشي هن لاءِ سڀ ڪجهه هئي. ليڪن هڪوار ريتا کان پڇڻ ضروري سمجهائين. گرڌاريلعل فون لڳائي ريتا کان راحول جي باري ۾ پڇيو. ريتا کيس بي جهجڪ تي ٻڌايو تہ راحول کيس گهڻو پسند آهي. گرڌاريلعل ستيش جي پيشڪش منظور ڪئي. ڪجهه ئي عرصي بعد رنگ سيريمنيءَ جو پروگرام رکڻ طئہ ٿيو. گرڌاريلعل شڳن طور ڪجهه مٺائي ۽ ڊراءِ فروٽ ستيش کي ڏني. ستيش ٻيو ڪجهہ بہ وٺڻ کان صاف انڪار ڪيو.

سلطانپور پهچي ستيش هڪ قاصد هٿ واڌاين سميت راحول جي مڱڻيءَ جي خبر ۽ ريتا جو فوٽو، ڊراءِ فروٽ ۽ مٺائي چيتاليءَ کي ڏياري موڪلي.

چيتاليءَ کي هي سڀ ٻڌي ڪليجي کي گهڻي ٿڌاڻ ملي.

راحول ۽ ريتا جو فائينل سال جو امتحان ٿي چڪو هو. ٻنهين کي سندن مڱڻي جي خبر ملي چڪي هئي. ستيش

پڇڳنيءَ ۾ هڪ ننڍڙو مگر خوبصورت بنگلو خريد ڪيو هو. بنگلو وٽن ۽ باغيچن جي وچ ۾ هو. رنگسيرمنيءَ لاءِ بنگلي کي خاص طور خوب سينگاريو ويو. منٿن جي باوجود چيتاليءَ رنگ سيرمنيءَ ۾ شامل ٿيڻ کان صاف اِنڪار ڪيو. ان ڪري پروگرام بلڪل سادي نموني سان رکڻ جو فيصلو ڪيو ويو. راحول طرفان ستيش رامناٿ، منيرام ۽ چئنسنگھہ شامل ٿيا. فنڪشن پورو ٿيڻ کان پوءِ ستيش راحول کي چيو تہ اچي ڪري سڄو ڪاروبار سنڀالي. پاڻ باقي زندگي اُن بنگلي ۾ شانتيءَ سان گُذارڻ چاهي ٿو.

ستيش ۽ گرڌاريلعل ٻارن جي شاديءَ جي تاريخ پڪي ڪري ڇڏي. شادي چيتاليءَ جي ڳوٺ ۾ ڪرڻ جو فيصلو ورتو ويو.

ٻي ڏينهن تي سڀ پنهنجي پنهنجي گھر روانا ٿي ويا. راحول ۽ ريتا ڪجھہ ڏينهن وڌيڪ اُتي رهڻ ٿئي چاهيو. پڇڳني ۽ مهابليشور ٻنهي جي پسنديگيءَ جي جڳھہ هئي. وري اُتي وڃڻ ٿئي نہ ٿئي اِهو سوچي وڏ ۾ وڏ وقت اُتي گذارڻ جو فيصلو ڪيائون.

روز ٻئي مهابليشور ويندا هئا ۽ رات جو موٽي ايندا هئا. شام جو وقت هو. راحول ٻيڙي هلائي رهيو هو. ريتا سندس گود ۾ مٿو رکي ليٽي پيئي هئي. هر طرف کان خاموشي هئي ۽ ريتا بہ خاموش هئي. ٻئي نئين زندگيءَ جا سپنا ڏسي رهيا هئا. سج ٻُڏڻ وارو هو. آسمان جي لالاڻ ڍنڍ جي پاڻيءَ کي سُرخ ڪري ڇڏيو هو. چيٽي ڪافي پري رهجي ويئي هئي. انڌيرو ڦهلجڻ لڳو. آسمان ۾ تارا چمڪڻ لڳا. ڍنڍ جي چوڌاري ۽ وچ ۾ مؤجود وڻ ۽ جھاڙيون انڌڪار کي

وڏائي رهيون هيون. راحول ۽ ريتا ان سڀ کان بي پرواه هئا. هر طرف خاموشي ڇانيل هئي.

اچانڪ موبائيل جي رِنگ ٽون شانتيءَ کي ڀنگ ڪيو. راحول ڪيسي مان موبائيل ڪڍي آن ڪري ڪن سان لڳائي. ٻي طرف کان گهبرايل آواز ۾ منيرام جو فون آيو ۽ چيو تہ راحول بابا، فورن هليا اچو، بابوءَ جي حالت گهڻي نازڪ آهي.

راحول گهبرائجي ويو ۽ پڇيو، ”ڇا ٿيو آهي بابوءَ کي؟“

”گولي لڳي اٿس.“

گهبراهٽ ۾ راحول جي هٿ مان موبائيل ڪِسڪي ويئي ۽ موبائيل ٻيڙيءَ جي ڪناري سان ٽڪرائجي پاڻيءَ ۾ وڃي ڪريو. وڏيڪ ڳالهائڻ نہ ٿي سگهيو. ريتا بہ ڇرڪ ڀري اُٿي ويئي. راحول ٻيڙيءَ جو رُخ ڇيٽيءَ ڏانهن ڪيو. راحول ٻيڙيءَ کي تڪڙو تڪڙو هلائڻ لڳو. ڪناري تي پهچي ٻئي پارڪنگ ۾ ويا ۽ ڪار ٻاهر ڪڍي ڪري ان ۾ سوار ٿي ويا ۽ سڌو بامبي جو رُخ رکيو. راحول تيز اِسپيڊ سان ڪار هلائيندو رهيو. رستي ۾ ريتا پڻ گڏ هلڻ جو ضد ڪيو. راحول بامبي جي شانتاڪروز ايئر پورٽ جي پارڪنگ ۾ وڃي ڪار بيهاري. ميڙ منٽ ڪري صبوح جو فلائيٽ ۾ ڀوپال جون بہ ٽڪيٽون ورتائين. اُتان ئي منيرام کي هوائي جهاز ۾ رواني ٿيڻ جي خبر ڏنائين.

سزا ڀوڳي گٽيشو قيد مان آزاد ٿيو هو. هو بدلي جي باهہ ۾ سڙي رهيو هو. هو موقعي جي تاڙ ۾ هو. شام جو وقت هو، ستيش ۽ رامنات ڇهل قدمي ڪندي فارم هائوس کان ڪافي پري نڪري ويا. گٽيشو تاڪ ۾ ئي بيٺو هو. ٻنهين جي

ويجهي ايندي ئي وڻ جي اوٽ مان ٻاهر نڪري آيو. هٿ ۾ ديشي تمنچو هوس. نشاني تي رامنات هو. ٻئي ڪجهه سمجهي سگهن اُن کان اڳ ئي هن ٽريگر دٻائي ڇڏيو. ستيش ڌڪو ڏيئي رامنات کي پري ڪيو. پاڻ زد ۾ اچي ويو. گولي ڪُلهي ۾ لڳس. رت جو ڦهارو وهڻ لڳو.

گٽيشو ٻي گولي هلائي اُن کان اڳ ئي رامنات چاقو ڪڍيو ۽ گٽيشي ڏي نِشانو ڪري چاقون اُڇلائينس. چاقون گٽيشي جي ڪک ۾ کُپي ويو. آنڊا ٻاهر نڪري آيس. تمنچو هٿ مان ڪِري پيس. گٽيشو ڦهريائين وانگر طاقتوار نه هو. ڌپ لڳس ته سردار جيئرو نه ڇڏيندو. زخمي حالت ۾ وٺي ڀڳو. هڪ هنڌ ٺوڪر کائي ڪِري پيو. ڪِرندي ئي بيهوش ٿي ويو.

رامنات پٽڪو لاهي ڇڪي ستيش جي زخم تي ٻڌو. کيس ڪُلهي تي کڻي فارم هائوس طرف ڊڪيو.

گوليءَ جو آواز ٻُڌي ڪجهه ماڻهون ان طرف ڀڄندا آيا. هڪ کي هن جيپ کڻي اچڻ لاءِ منيرام وٽ موڪليو. هڪ کي ٿاڻي تي خبر ڪرڻ لاءِ موڪليو. باقي ٻن ڄڻن کي گٽيشي جا هٿ پير ٻڌي پوليس جي اچڻ تائين اُتي ئي ترسڻ لاءِ چيائين.

ستيش رامنات کي چيو، ”مون کي هِت ئي لاهه. ٿوري دير ۾ منيرام جيپ کڻي ايندو. تيستائين مون کي ڪجهه ڳالهيون ڪرڻ ڏي.“

رامنات ستيش کي هيٺ لاهي ڌرتيءَ تي ليٽايو ۽ ٽمندڙ اکين سان چيائين، ”هيءَ ڇا ڪيئه بابو؟“

”توهان جي احسان جو بدلو چڪايو آهي، پنهنجو

واعدو پورو ڪيو آهي.''

''احسان تہ تنھنجو آھي بابو، تو حيوان مان اِنسان بڻايو آهي.''

ٽين نمبر جا بندا اڄ خوشحال آهن. عزت جي زندگي گذاري رهيا آهن.

توهان منهنجي جان نہ بخشيو ها تہ ڪجھہ بہ نہ ڪري سگهان ها.

مون وٽ هاڻي وقت بلڪل گهٽ آهي. آءٌ بي حوش ٿي وڃان ان کان اڳ منهنجي ڳالهہ ڌيان سان ٻڌ. سلطانپور جي اِسپتال ۾ ئي ڀرتي ڪرائجانءِ، منيرام کي چئجانءِ جيپ کڻي چيتاليءَ کي وٺي اچي. راحول کي فون ڪري اچڻ لاءِ چئجانءِ. وچڻ کان اڳ چيتاليءَ جي امانت کيس موٽائڻ چاهيان ٿو. منهنجي الماڙيءَ ۾ منهنجي وصيت رکي آهي. ڪجھ زمين ۽ روڪ منيرام ۽ ٻين ڪامگارن جي نالي ڪئي آهي ۽ باقي سڀ ڪجھہ راحول جو آهي. اِيترو چئي ستيش چُپ ٿي ويو. مٿس بيهوشيءَ جو اثر ٿيڻ لڳو. اِيتري ۾ منيرام جيپ کڻي آيو. ان ۾ ستيش کي اسپتال کڻي آيا.

منيرام راحول کي فون لڳائي. پوءِ پهاڙي بچوئا روانو ٿي ويو.

ڊاڪٽر آپريشن ڪري ستيش جي کُلهي مان گولي ڪڍي. زخمن جي ڊريسنگ ڪري کيس ڪمري ۾ شفٽ ڪيائين. زخم مان گهڻو ئي خون وهي چڪو هو. ستيش جو چهرو پيلو هيڊ ٿي ويو. گلوڪوز چڙهيل هوس. اڃا هوش نہ آيو هوس. هڪ نرس پوري طرح ستيش جي شيوا ۾ لڳل هئي. دير رات جو چيتالي سلطانپور پهتي. سڌو هاسپيٽل آئي. ستيش جي

پرسان ڪُرسيَ تي ويهي رهي. نرس کي ڪجهه دير آرام ڪرڻ لاءِ چيائين. رامنات ۽ منيرام ڪمري ۾ ئي ويٺا رهيا.

ٻئي ڏينهن تي منجهند جو ١٢ بجي ريتا ۽ راحول اِسپتال پهتا. ستيش جي پرسان سفيد لباس ۾ ويٺل هڪ عورت کي ڏسي راحول حيرت ۾ پئجي ويو. چيتالي ٻنهين ٻارن کي ممتا ڀريل نظرن سان ڏسڻ لڳي. پوءِ وري پنهنجو ڌيان ستيش ڏانهن ڪيائين. راحول ريتا ستيش جي پيرن طرف بيٺا رهيا.

ستيش کي ڏيري ڏيري هوش اچڻ لڳو. شايد ڪيس راحول جي اچڻ جو اِنتظار هو. ٿوري دير کان پوءِ ستيش اکيون کوليون. ڦيريائين راحول ۽ ريتا کي ڏٺائين. پوءِ پرسان ويٺل چيتاليءَ کي ڏٺائين. پوءِ چپن ۾ پڙ پڙ ڪري چيائين، اڄ تنهنجي امانت وياج سميت موٽائي رهيو آهيان.

ستيش جي ڳالهه ٻڌي راحول حيرت مان چيتاليءَ کي ڏسڻ لڳو. ريتا پڻ حيران هئي. هوءَ ڪڏهن چيتاليءَ کي تہ ڪڏهن ستيش تہ ڪڏهن راحول ڏانهن نِهارڻ لڳي.

ستيش چيتاليءَ کي چيو، هاڻي راحول جي شاديءَ جي ذميداري تون خود نڀاهج. خوب ڌام ڌوم سان شادي رچائجانءِ.

چيتاليءَ جو اکيون ڀرجي آيون. سيني کي ٻاهر وڃڻ لاءِ چيائين. ڪمري ۾ فقط ستيش ۽ چيتالي رهجي ويا. چيتاليءَ ڀريل گلي سان پڇيس، ”ائين ڇو ڪيو؟“

ستيش ٿڌو ساهہ ڀري چيو، ڇا ڪريان هان، تو ستن جنمن تائين اِنتظار ڪرڻ جي سزا ڏني. هڪ جنم ئي ڳؤرو ٿي پيو. وڃڻ ۾ ئي ڀلائي سمجهيم، ٻيو ڇا ڪريان هان؟

”جسم ئي تہ جدا هئا. جان تہ جُڙيل هئي. منهنجي سواسن ۾ تہ تون ئي سمايل هئين.“

”تہ پوءِ خاموش ڇو رهيئن؟“

”پنهنجي پيار کي رِسوا ڪرڻ نٿي چاهيو.“

”هاڻي ڇو زبان کوليئہ؟“

”توهان جي حالت مان ڏسي نٿي سگهان.“

”ترس ٿو اچيئي مون تي؟“

”جيڪي ڪيوَ سو ڇئو.“هن جنم ۾ ئي بلڪ هن پل کان وٺي تنهنجي ئي آهيان. جيئندس مرندس توسان ئي گڏ. اڄ جسم پڻ تنهنجي حوال ٿي ڪريان. چيتالي راحول مٿان جهڪي پنهنجي ڇاتي راحول جي سيني تي رکي چپ چپن سان ملائي ڇڏيائين. ستيش کي لڳو مرڻ کان اڳ ڪيس چيتالي امرت پيئاري رهي آهي. زخم ڏکڻ لڳس، ساهہ کڻڻ ۾ تڪليف ٿيڻ لڳس. چيتالي سڏي ٿي ويئي.

”چيتالي، هاڻي جڏهن ساهہ آکڙڻ لڳو آهي، توکي حاصل ڪري جيئڻ جي تمنا ٿي رهي آهي.“

چيتالي نهال ٿيندي چيو، ”جيئہ منهنجا راجا، منهنجا پراڻ، منهنجي خاطر جيئہ، هوءَ آپو وچائي بي اختيار ستيش کي چُمڻ لڳي.“

ستيش جا سواس اُکڙڻ لڳا. چيتاليءَ ستيش کي التجا ڪندي چيو، ”ٿورو نرس، منهنجا راجا، آءٌ بہ گڏ ٿي هلانءِ.“ايترو چئي چيتاليءَ ستيش جي ڏنل مُندي آڱر مان لاهي، هيرو ڏندن سان چِڪي الڳ ڪري ڳيهي ويئي. هيرو آندا چيريندو ويس. ستيش کي هچڪي آئي. چيتاليءَ کي خون جي اُلٽي ٿي.ٻنهين جا جسم بي جان ٿي ويا.

# اُهو چهرو اُهي اکيون

شام جو وقت هو، دوستن سان گڏ اٽاري باگها سرحد تي شام جو ٿيڻ وارو پروگرام ڏسڻ ويو هوس. دلڪش منظر هو. هزارن جي تعداد ۾ سئلاني مؤجود هئا. لوهي گيٽ جي هُن طرف پاڪستان هو ۽ هِن طرف هندستان. ويهڻ لاءِ اِستيڊيم وانگر گئلريون ٺهيل هيون. سڀي هٽ تي چؤنڪي هئي. جتي بي. ايس. ايف. جا جوان ۽ آفيسر مؤجود هئا.

ڪجهه منٽن جو پروگرام ڏسڻ لاءِ ڪلاڪن کان درشڪ اِنتظار ڪري رهيا هئا. ديش ڀڳتيءَ جا جوشيلا گانا وڄي رهيا هئا. ڪيترا نوجوان اُنهن گانن تي مستيءَ ۾ اچي ڪري جهومي رهيا هئا. سيمنيٽ جون اِستيرئرس پوري طرح ڀريل هيون. ڪيترا ماڻهون هيٺ ريلنگ جي سهاري بيهي ٿئي رهيا. جن کي اُتان هٽي وڃڻ لاءِ چيو ٿي ويو. امرتسر ويجهو هجڻ ڪري هر روز سئلانن جي ڀيڙ ٿيندي آهي. سرحد جي ٻي طرف سناٽو لڳو پيو هو. ايڪڙ ٻيڪڙ ڪوئي آدم ئي اتي نظر رهيو هو. هن طرف درشڪن جو جوش وڌائڻ لاءِ هندستان زندهه آباد، ڀارت ماتا ڪي جئه جا نعرا لڳي رهيا هئا.

ماڻهن جي اچڻ وڃڻ جو سلسلو جاري هو. تڏهن ڪجهه ماڻهو جن ۾ هڪ نوجوان ڇوڪري به هئي، ريلنگ وٽ اچي بيهي رهيا. ماڻهن اُنهن کي اُتان هٽي وڃڻ جا آواز لڳايا. جوانڙيءَ مڙي پنٺي نهاريو اُن تي نظر پوندي ئي منهنجون نظرون سندس چهري تي ٽِڪي ويون. مان سندس جهيل(ڊنڊ) کان گهرن اکين ۾ ٻڏندو هليو ويس. مون هڪ کان هڪ

حسين چهرا ڏنا هئا پر هيءُ چهرو لاجواب هو. سندس اکيون ائين تي لڳيون ڄڻ مئگنيٽ جون نهيل هيون ۽ منهنجي دل، لوهہ جو ٽڪرو. از خود اوڏانهن چڪبو تي ويو. دل ڪرڻ لڳي تہ هوءِ ائين ئي بيٺي رهي. آءٌ ڪيس ڏسندو رهانءِ ۽ وقت رُڪجي وڃي.

پر وقت نہ رُڪيو. هيڏانهن هوڏانهن ڏسي ڇوڪري اِسٽيئرس طرف وڌي ۽ منهنجي پرسان خالي جڳهہ تي اچي ويهي رهي. منهنجي دل جي ڌڙڪن تيز ٿي ويئي. مون پنهنجو پاڻ کي سنڀاليو. مان اِن سان واقفيت ڪرڻ لاءِ ڪافي منتظر ٿيڻ لڳس. ان ڪري مان بنا ڀومڪا ٻڌڻ جي ئي ڇوڪريءَ ڏانهن مخاطب ٿيندي سِڌو سوال ڪيومانس، توهان ڪٿان آيا آهيو؟

ڇوڪريءَ منهن مٿي ڪري مون ڏانهن نهاريو ۽ مختصر جواب ڏنائين، ڀوپال مان.

اڙي، آءٌ بہ تہ ڀوپال ئي رهندو آهيان. توهان کي ڪڏهن ڏٺو ناهي.

ڇوڪريءَ ڪندس مان چيو، ڀوپال ڪو اِتاري آهي جو هرڪو هر ڪنهن کي ڏسندو ۽ سڃاڻندو؟

درست ٿا فرمايو، آءٌ توهان جو نالو ڄاڻي سگهان ٿو؟

ڇو ٿا پڇيو؟

تہ ٻڌو، آءٌ توهان سان شادي ڪرڻ ٿو چاهيان، پهرين ئي نظر ۾ توهان منهنجي دل و دماغ تي ڇانئجي ويا آهيو. انڪري توهان جي واقفيت چاهيان ٿو.

هوءَ مون طرف حيرت سان ڏسڻ لڳي. شايد سوچڻ لڳي هئي تہ مان ڪوئي مٿي ڦريل اِنسان آهيان. هن ننو ڪندي

چيو، ڏسو دماغ تي پريشر نہ وجهو. برين هيمريج جا ڪيس ڪافي وڌي رهيا آهن.

مون پڻ ان ئي لهجي ۾ چيو، برين هيمريج جا تہ نہ پر هارٽ اٽئڪ جا ڪيس ضرور وڌي رهيا آهن ان ڪري دل ٽوڙڻ واري ڳالهہ نہ ڪريو، قرب جي موت رُڪائيءَ سان نہ ڏيو. منهنجو نالو اِندر هندوجا آهي. ڪوه فِضا ۾ آشيانو آهي. ابراهيم پورا ۾ گارمينٽ جو دڪان آهي. ڪنوارو آهيان. توهان کي ڏسڻ کانپوءِ شاديءَ جي تمنا تيز ٿي ويئي آهي.

ڇوڪريءَ دانشمنديءَ مان چيو، سپنا ڏسڻ ۾ ڪو هرج ناهي. ليڪن جڏهن سپنو ٽُٽندو آهي تہ دل ٽُٽڻ جو پڻ انديشو رهندو آهي. زندگي بوجهہ بڻجي ويندي آهي. توهان جي جاڻ لاءِ منهنجو نالو مينڪا پنجابي آهي. پيٽ نيم مونا. آءٌ پنهنجي ممي پاپا سان گڏ الڪاپوريءَ ۾ رهندي آهيان. منهنجو پاپا بلڊر آهي. منهنجو مڱڻو ٿي چڪو آهي. ٻن مهنن کان پوءِ منهنجي شادي ٿيڻ واري آهي. هاڻي مهرباني ڪري منهنجو پنڌ ڇڏيو.

مينڪا اندر جي ئي ٿيندي آهي. ٻي ڪنهن جي ڪيئن ٿي سگهندي؟ ڏِسجان تنهنجي شادي مون سان ئي ٿيندي.

مونا چُپ رهي. ڪنهن وقت پروگرام شروع ٿيو. سرحد جا گيٽ کُليا. ڪنهن وقت پريڊ ٿي. ڪيڏي مهل جهنڊي جي سلامي ٿي ۽ با ادب جهنڊو لاهي تهہ ڪري ڪٽي ويا. گيٽ بند ٿيا، پتو ئي نہ لڳو. هوش تڏهن آيو جڏهن ماڻهو واپس وڃڻ لڳا.

مونا شڪايت ڪندي چيو، توهان جي بڪواس سبب

پروگرام ڏسي ئي نہ سگهيس.

مون کيس تسلي ڏيندي چيو، فکر نہ ڪر، سياڻي وري ايندا سين.

بور تيڻ لاءِ؟

اِها تہ پنهنجي پنهنجي سوچ آهي.اسان ٻئي بہ اُتي اڳتي وڌاياسين. ڪجهہ اڳتي وڌڻ کان پوءِ مونا رُڪي ڪري چيو، توهان جي گارمينٽ دڪان آهي نہ؟ ڪپڙي جي توهان کي سُني ڄاڻ هوندي، مون کي سلوار سوٽ خريد ڪرڻا آهن. مون کي ان ۾ مدد ڪندين؟

ضرور، ڪنهن وقت هلندوَ؟

ٻپهريءَ جو ڪنهن وقت.

ڏسو هتي گرمي گهڻي آهي. ٻپهريءَ جو ٻاهر نڪرندوَ تہ توهان جي ڪنچن ڪايا سياهہ ٿيڻ جو ڊپ آهي. چمڙي جهلسي بہ سگهي ٿي. هِتي مارڪيٽ جلد کلندو آهي ۽ دير رات تائين کليل رهندو آهي. يا تہ صبح جو ١١ کان اڳ يا شام جو ٥ کان پوءِ هلڻ بهتر ٿيندو.

مونا مُسڪرائيندي چيو، صبوح جو ٿڌي ٽائيم تي هلڻ ئي بهتر ٿيندو.

مون کيس پنهنجو هوٽل سيتا نواس جو پتو ۽ موبائيل نمبر ڏئي ڪانٽيڪٽ ڪرڻ لاءِ چيو.

ٻئي ڏنهن تي هڪ شاهي دڪان تي وياسين. جتي سلوار سوٽ جي وڏي رينج هئي. ڪپڙو بہ سُٺو هو ۽ اگهہ بہ ڪافي ڪفائتي هئا. مونا ٽي سلوار سوٽ پسند ڪيا. مون دڪاندار کان پُڇيو  تہ آءُ جيڪڏهن سو بہ سو سوٽ خريد ڪيان تہ گهڻو ڊسڪائونٽ ملندو. ٢٠ سيڪڙو تي راضامندي ٿي. مون

مونا جي مدد سان ٢٠ پيس پسند ڪيا. هرهڪ پيس جي ڏهن سيٽن جو آرڊر ڏنو. مونا جا ٣ پيس بہ پنهنجي بل ۾ جوڙيا. ١٠ هزار روڪ ڏئي باقي پيمينٽ ڪريڊٽ ڪارڊ رستي ڪئي. مونا پئسا ڏيڻ لاءِ ضد ڪرڻ لڳي. مون چيومانس تہ اِهو منهنجي طرفان سندس شاديءَ جي لاءِ سوکڙي آهي. مونا شرمائجي ويئي. وڌيڪ ضد نہ ڪيائين.

خريديءَ مان نورت ٿي مونا کي وٺي پاوان دي هٽيءَ تي ويس. پنهين گڏجي لنچ ڪئي. مونا کي سندس هوٽل ۾ ڇڏي سيتا نواس موٽي آيس تہ دوستن جا ڳتا ڪاوڙ مان ڳاڙها لڳا پيا هئا. رات جو هردوار روانا ٿي وياسين.

هردوار ۾ بہ مونا سان ملاقات جو سلسلو جاري رهيو. منشا ديويءَ تي وڃڻ مهل مونا تي نظر پئي. چار چار ڄڻا ٽراليءَ ۾ وڃي رهيا هئا. منهنجا دوست روانا ٿيا. آءُ جاٽي ٻجهي رُڪجي پيس. مونا جا مائٽ وڃڻ لڳا. مون مونا کي رُڪڻ لاءِ اِشارو ڪيو. اسان ٻئي هڪ ئي ٽِرالي ۾ ويناسين. ٽرالي جيئن مٿي وڃڻ لڳي تيئن هيٺ ڏسي مونا گهبرائجي ويئي. پنهين هٿن سان زور سان منهنجو بازو پڪڙيائين.اکيون بند ڪري ڇڏيائين. پوءِ بہ ڊنل ٿي لڳي. مون سندس مٿو پنهنجي ڪُلهي تي ٽڪايو ۽ پنهنجو هٿ مٿي تي رکيومانس.

مونا جا ماءُ پيءُ مون کي ۽ مونا کي حيرت مان ڏسڻ لڳا. موٽندي خود مونا مون سان گڏ ٽِرالي ۾ ويٺي.

ٻي ملاقات گهاٽ تي گنگاجيءَ جي آرتيءَ وقت ٿي. موٽندي مونا آرٽيفيشيل جويلريءَ جو هار پسند ڪيو. مان توکيومانس، نقلي جويلريءَ جو هار ڇو ٿي خريد ڪرين. مان توکي اصلي هيرن جو هار پائيندس. مونا خاموش رهي.

١٥ تاريخ اسين نئنيتال پهتاسين. اسان نيتي جهيل جي سامهون مال روڊ تي هوٽل ايوريسٽ ۾ روم وٺڻ چاهيو. اسان کي منع ڪئي ويئي. اُتي فقط فئملي وارن کي ئي روم ڏيڻ جو نيم هو. اسان ڏوست ڇڙا ڇانڊ هئاسين. مونا جي پريوار کي پڻ روم ملي ويو. اسان لڳو لڳ هوٽل اِنڊيا ۾ روم ورتوسين. سنان ڪري نيرن ڪائي دوست ليٽي پيا. مون مونا کان فون ڪري پڇيو، ڇا ٿي ڪرين؟

ٽي. وي. پئي ڏسان.

ٽي. ويءَ ۾ ڇا رکيو آهي. ٻاهر اچ. ٻوٽنگ ڪرڻ تا هلون.

اِجهو آيس. چئي مونا فون ڊسڪنيڪٽ ڪيو. ڪجهه ئي وقت ۾ اسان هڪ ٻوٽ ۾ هئاسين. ٻئي پئڊ سان ٻيڙي هلائي رهيا هئاسين. مونا کي منهنجو ساٿ سنو لڳڻ لڳو هو. اچانڪ هن پڇيو، توهان جي مون ۾ ايتري دلچسپي ڇا لاءِ آهي؟

مون جواب ڏيڻ بجاءِ مونا کان سوال ڪيو، ائين ڇو ٿيندو آهي؟ اچانڪ ڪوئي اڻڄاتل چهرو اکين جي سامهون ايندي ئي من کي موهي ڇڏيندو آهي. پنهنجن کان وڌيڪ پنهنجو لڳڻ لڳندو آهي.

مونا وٽ ڪوئي جواب نه هو. مون وري پڇيو
ڪوئي ته سبب هوندو؟
مون کي خبر ناهي.

ڇڱو ٻڌاءِ. ڪجهه ته هلچل تنهنجي دل ۾ پڻ ٿيندي هوندي؟ اگر تنهنجو مٽڻو ٿيل نه هجي هان ته تنهنجي ۽ منهنجي حالت ۾ ڪو فرق نه هجي ها!

اِهو ئي ته ڄاڻڻ ٿي چاهيان ته ائين ڇو ٿيندو آهي؟

مونا، اِهو گذريل جنم يا جنمن جو رِشتو ناتو آهي جيڪو دلين کي هڪ ٻئي جي قريب ڇڪي ايندو آهي. مون جڏهن توکي پهريون دفعو ڏٺو هو، بيخود تي ويو هوس. دل ۾ هڪ ئي خواهش هئي توکي يڪٽڪ ڏسندو رهان. وقت جي رفتار رُڪجي وڃي. مهنجون اکيون تو طرف کينچي رهيون هيون. هاڻي تنهنجي من ۾ به ڪشش پئدا ٿيندي ٿي وڃي.

هاڻي توکان به جدائي برداشت نه ٿيندي.

مونا اکيون ٻوٽي ڇڏيون ۽ سوچڻ لڳي. پوءِ اچانڪ اکيون کولي چيائين، هل واپس هلون.

ايترو جلدي؟

اسين غلط رستي تي هلي رهيا آهيون. اسين گمراهه ٿيون، ان کان پهريائين اسان کي موٽ کائڻ گهرجي. مون بيڙيءَ جو رُخ ڪناري طرف موڙيو.

ان کان پوءِ مونا منهنجي سامهون اچڻ کان بچندي رهي. منهنجون اکيون مونا کي ڏسڻ لاءِ ترسڻ لڳيون. مونا سان آخري ملاقات ڀوپال اچڻ وقت شتابدي ايڪسپريس جي چيئرڪار ۾ ٿي. اسين ساڳئي ڪوچ ۾ هئاسين. پورو وقت مونا اکيون جهڪائي خاموشيءَ سان ويٺي رهي. ڀوپال اچڻ وارو هو. مونا اِشاري سان هڪ طرف هلڻ لاءِ چيو، پهريائين پاڻ گيٽ جي پرسان ويئي. ڪجهه دير کان پوءِ آءٌ اُتي پهتس. اتي ڪير نه هو. مونا منت ڪندي چيو، توهان کان مان ڪجهه گهرڻ ٿي چاهيان.

چئو!

واعدو ڪيو، توهان وري ڪڏهن به مون سان ملڻ جي ڪوشش نه ڪندا. نه ئي منهنجي موبائيل تي ڪال ڪندا.

مونا، تون ڄاڻين ٿي ان جو مطلب ڇا آهي، ان جي باوجود بہ آءٌ واعدو ٿو ڪريان، تنهنجي نہ چاهيندي نہ توسان ملندس ۽ نہ ئي وري ڪال ڪندس. آءٌ توکي خوش ڏسڻ ٿو چاهيان. هروقت تنهنجي چپن تي مُسڪراهٽ هجي، چهري تي شبنم جي ڪتري مثل معصوميت هجي، من ڪمل جي گل جيان ٽڙندو رهي. آءٌ توکي خوش ڏسڻ ٿو چاهيان. مان اِهڙو ڪوئي ڪم نہ ڪندس جنهن ۾ توهان جي رُسوائي هجي. بس هڪ التجا آهي. پوپال اچڻ تائين منهنجي اکين ڪان اوجهل نہ ٿيءُ. پوپال اچڻ تائين اسين گيٽ وٽ ئي بيٺا رهياسين. مونا جي چهري تي ڇانيل اُداسي مون کي ڪافي بيچئن ڪري رهي هئي. آءٌ بيوس کيس نهاريندو رهيس. ٽرين نشاط پورا اِسٽيشن ڪراس ڪري وئي. پوپال جو آئوٽر پڻ ڪراس ٿي ويو. ٽرين جي اِسپيڊ گهٽجڻ لڳي. پليٽفارم اچڻ وارو هو. مون مونا کي هڪ عرض ڪيو، جڏهن بہ منهنجي ياد اچئي يا منهنجي ضرورت محسوس ٿئي تہ بيهچڪ مون سان ڪانٽئڪٽ ڪجانءِ.

آءٌ چاهيندس، اِهڙي ڪا ضرورت نہ پوي. ان ڪان پوءِ اسين ٻئي پنهنجي سيٽ تي اچي ويٺا ۽ سامان سميٽڻ لڳاسين.

ٽي مهنا گذري ويا. نہ مون مونا سان ملاقات جي ڪوشش ڪئي ۽ نہ ئي مون کي هن باري ۾ ڪا خبر ئي ملي. ٽي مهنا ٽي صديون لڳي رهيون هيون. ڪو اِهڙو پل نہ گذريو هوندو جنهن پل ۾ مون مونا کي ياد نہ ڪيو هجي.

٢٦ جنوريءَ جو ڏينهن هو. دوست جي شاديءَ ۾ نيلم گارڊن وڃڻ ٿيو. ڪنهن شاديءَ پارٽيءَ ۾ وڃڻ ناگوار

گذرندو هو. ڪوشش ڪري اوائيد ڪندو هوس. پر اچ انڪار ڪرڻ جي ڪا گُنجائش نہ هئي آءٌ گارڊن ۾ بي مقصد ٻيڪي رهيو هوس تہ اچانڪ ئي منهنجي نظر مونا تي پيئي. مون ڪان نظر بچائي کسڪڻ جي ڪوشش ڪيائين پر آءٌ لنبا قدم کڻندو سندس قريب پهتس. مونا جي ٻانهن پڪڙي کيس باغيچي جي هڪ سنسان جڳهہ تي وٺي ويس. مونا جون نظرون جهڪيل هيون. چهرو ملين. نيڻ ڇلڪڻ لاءِ بيتاب هئا. اسان ٻئي لان تي ويهي رهياسين. بنا اُن ڳالهہ جي پرواهہ ڪئي تہ ڪو ڪپڙا خراب ٿي ويندا. مون ٻنهين هٿن سان مونا جو چهرو مٿي ڪيو. مونا جا نيڻ ٽمڻ لڳا. سندس لُڙڪ هٿن سان اُگهي پڇيومانس، ٻڌاءِ، ڇا ماجرا آهي؟ چهرو ملين، اکين ۾ آنسون هي سڀ ڇا آهي؟

مونا اکيون جهڪائي چيو، منهنجو مڱڻو ٽُٽي پيو.

مون مُسڪرائيندي چيو، سو تہ ٺيڪ وارو ئي هو. مون توکي چيو هو نہ تہ مينڪا اندر جي آهي، ٻئي ڪنهن جي ٿي نہ ٿي سگهي!

ڪيترو بيدرد آهين؟ منهنجي مذاق تو اُڏائين؟ خبر اٿئي منهنجي ممي ۽ ڊئڊيءَ جي ڪيتري بدنامي ٿي آهي؟

مونا اِهو سڀ تنهنجي غلط سوچ جو ئي نتيجو آهي. تون خود بہ پريشان ٿيئن ، آءٌ بہ بيچئنيءَ ۾ رهيس. اِها خوشخبري مون کي بروقت ٻُڌائڻ ڪپندي هيئہ. مان ان وقت ئي اچي تنهنجو هٿ ٿاميان ها. هِت تنهنجا ممي ڊئڊي بہ آيا آهن؟

مونا ڪنڌ ڌوڻي ها ڪئي. مان چيومانس، فورن هلي مون کي اُنهن سان ملاءِ. اُتڻ ڪان اڳ مون پنهنجي آڱر مان

منڊي لاهي مونا جي آڱر ۾ پاتي.

مون مونا جي ممي پاپا وٽ وڃي کين پنهنجي واقفيت ڏني. منهنجو نالو اندر هندوجا آهي. منهنجي ماتا راڌاديوي، منهنجو پتا جو نالو سيٺ گرڌاريلعل هندوجا. اسين ڪوهه فِضا ۾ رهندا آهيون. ابراهيم پورا ۾ اپسرا گارمينٽ جي نالي سان ڪپڙي جو بزنيس آهي. آءُ مونا جو دوست آهيان. اسان جي ملاقات امرتسر ۾ ٿي هئي. آءُ مونا سان شادي ڪرڻ ٿو چاهيان. توهان جي آشيرواد کپي. توهان جي اِجازت ملي ته سڀاڻي ئي منهنجو پتا صاحب توهان وٽ رِشتي جي ڳهر ڪرڻ ايندو.

مونا جي پتا سيٺ ڪرپالداس مون کي ٻانهن ۾ ڀري پيار سان مٿي تي هٿ ڦيريو. مونا جي ممي جي اکين ۾ پڻ خوشيءَ جي چمڪ هئي. آءُ سندن اِجازت وٺي مونا سان گڏ پارٽي انجواءِ ڪرڻ لڳس. مدت کان پوءِ ٻنهين جي دل کي قرار مليو هو.

ٻئي ڏينهن تي مون ڊئڊيءَ کي چيو، آءُ شادي ڪرڻ ٿو چاهيان.

بابا بيزُخيءَ مان چيو، ڪنهن منهن ڪئي اٿيئي؟

مون ڇوڪري پسند ڪئي آهي.

پسند ڪئي اٿئي ته سُٺي ئي هوندي.

بيحد سُٺي آهي پر....

پر ڇا....؟

ڇوڪريءَ جو هِڪ رِشتو ٽُٽي چڪو آهي.

ڊئڊي ڀڙڪندي چيو، اسان اِيترا ويا گذريا ٿي ويا آهيون جو ڌاغي ڇوڪريءَ سان رِشتو جوڙڻ ٿو چاهين؟

ڏاغي ڇوڪري نہ ڇوڪرو هو.

اِهو ڪير ڏسندو، ناحق اسان جي ناموس تي لهس اِيندي.

توهان نتا چاهيو تہ آءٌ ضد نہ ڪندس، پر ڪنهن بيءَ ڇوڪريءَ سان پڻ شادي هرگز نہ ڪندس.

بلئڪميل تو ڪرين؟

هرگز نہ، آءٌ توهان کي پنهنجو اِرادو ٻڌائي رهيو آهيان.

بابا ڪيتري دير سوچيندا رهيا. آخر پڇيائون ڇا ڪرڻو آهي؟

اڄ شام جو ۴ بجي مونا جي پيءُ سيٺ ڪرپالداس پنجابيءَ جي گهر هلي رِشتو پڪو ڪرڻو آهي.

مقرر وقت تي ممي ڊئڊي ۽ مان سيٺ ڪرپالداس جي گهر وياسين ۽ رِشتو طئہ ٿي ويو.

آءٌ هفتي جا ٦ ڏينهن ڊنڊي ۾ مشغول رهندو هوس. آرتوار مونا جي لاءِ رزرو هو. سڄو ڏينهن گڏ هوندا هئاسين. ڪڏهن ڪِروز ڪڏهن بوٽ، ڪڏهن پڪچر ڪڏهن هوٽل اشوڪ جو اي. سي. ڪوچ ريسٽارنٽ تہ ڪڏهن شاهپورا جهيل. مؤج مستيءَ ۾ وقت گُذرڻ لڳو.

آرتوار شام جو وقت هو. مونا ۽ آءٌ بوٽنگ ڪري ٻاهر آياسين. اسين ٻئي پارڪنگ طرف وڌي رهيا هياسين. اچانڪ هڪ نوجوان تيزيءَ سان اسان طرف وڌيو. سندس هٿ ۾ پلاسٽڪ جار هئي. اُن جو ڍڪڻ کوليائين. سندس اِرادو خطرناڪ ٿئي لڳو. نوجوان بوتل ۾ بند لڪويڊ مونا طرف اُڇاليو. مون مونا کي ڌِڪو ڏيئي پري ڪيو. خود اُن جي زد ۾ اچي ويس. تيزاب منهنجي چهري ۽ اکين تي ڪِريو.

منهنجو چهرو سڙڻ لڳو. اکين اڳيان انڌيرو ڇانئجي ويو. مونا چيخڻ لڳي، آءُ ڇلائڻ لڳس.

ماڻهن نوجوان کي پڪڙي خوب مرمت ڪيائونس. اُن کان پوءِ کيس پوليس جي حوالي ڪيائون. مونا پارڪنگ مان ڪار ڪڍي آئي. مون کي ڪار ۾ ويهاري حميديا اِسپتال وٺي پرتي ڪرايائين. مون کي بروقت يونٽ ۾ پرتي ڪيو ويو. خبر لڳندي ئي منهنجو ۽ مونا جو ماءُ پيءُ اِسپتال پهچي ويا.

ڊئڊيءَ ڊاڪٽر کان منهنجي حالت جي باري ۾ پڇيو. ڊاڪٽر ٻڌايس تہ ٺيڪ ٿيڻ ۾ وقت لڳندو. پلاسٽڪ سرجريءَ سان چهرو بہ ٺيڪ ٿي ويندو پر اکين جي روشنيءَ بچڻ جي اُميد نہ آهي.

ٻُڌي ڊئڊي مٿو پڪڙي ويهي رهيا. ڪرپالداس پڻ چنتا ۾ ٻُڏي ويو.

مونا سائي وانگر مون سان گڏ هئي. پوري سار سنڀال لهي رهي هئي. منهنجا زخم پرجڻ لڳا هئا. سور بہ گهٽ هو. آءُ پنهنجي حالت تي غور ڪرڻ لڳس. آئينده اونداهو نظر اچڻ لڳو. آءُ سوچڻ لڳس تہ مونا جي ڪهڙي خطا آهي جو هوءَ منهنجي انڌيري دنيا ۾ مون سان همسفر بڻجي آءُ خود کان وڌيڪ مونا لاءِ پريشان ٿيڻ لڳس. آخر هڪ ڏينهن کيس چيم تہ کيس مونکان ڪنارو ڪرڻ گهرجي. هوءَ پنهنجو روشن آئينده سياه نہ بڻائي.

مونا ڏکي ٿيندي چيو تہ اِها حالت منهنجي ٿيڻ واري، هئي. توهان منهنجي بدران پنهنجي مٿان آندي. هاڻي مون کي پاڻ کان پري ڪرڻ ٿا چاهيو. مون تنهنجو چهرو

تنھنجون اکيون مون کي پنھنجي جان کان بہ وڌيڪ پياريون آھن. انھن جي رکشا ڪرڻ منھنجو فرض ھو. اِنھن اکين ۾ اِن ڇھري جو قدردان توھان کان سواءِ ڪير ٿي سگھندو؟

آءٌ خاموش رھيس.

مونا التجا ڀري لھجي ۾ چيو، اِندر چپ ڇو آھين؟ جواب ڏي.

مونا مان تہ توکي خوشي ڏيڻ ٿي چاھي، توکي پنھنجي انڌيري جيون جو ھمسفر ڪيئن بڻايان؟

اگر اِھو حادثو مون کي پيش اچي ھا، منھنجو چھرو بگڙجي وڃي ھا، منھنجي اکين جي روشني ھلي وڃي ھا تہ ڇا تون مون سان شادي نہ ڪرين ھا؟

ڪيئن ڪريان ھا؟

مونا جي دل کي جھوبو اچي ويو. مون ڳالھہ جو خلاصو ڪيو. تنھنجو چھرو بگاڙڻ واري جو مان خون ڪري ڇڏيان ھا. گھٽ ۾ گھٽ عمر قيد جي سزا ملي ھا. ڪيئن ڪريان ھا توسان شادي؟

مونا مون سان لِپٽي روئڻ لڳي. سڏڪا ڀري چوڻ لڳي، ڀڳوان جي نالي اِھڙي ڳالھہ نہ ڪريو. منھنجو ڪليجو ڦاٽي پوندو. اکين مان نير جاري ھيس.

روئين ٿي. تنھنجو روئڻ مان سھي سگھندس.

پليز، مون تي ترس کاءُ. روئڻ بند ڪر. منھنجي خوشيءَ لاءِ ھردم خوش رھندي ڪر.

مونا ڳوڙھا اُگھي منھنجي مٿان جھڪي، پنھنجا اٽاري جھڙا چپ منھنجي چپن تي رکيائين. من جي تپت دور ٿي ويئي.

مون تي تيزاب ڦٽي ڪرڻ وارو نوجوان مونا جو پهريون مڱ ديپڪ هو. بريءَ سنگت ۾ ڦاسي ستي ۽ جوئا جو عادي بڻجي ويو. سندس اِنهن درگُڻن ڪري مونا سان سندس جو رِشتو ٽُٽي ويو. رِشتو ٽُٽڻ ڪان پوءِ ديپڪ جا اوگڻ جڳ ظاهر ٿيڻ لڳا. پريوار جي بدنامي ٿيڻ لڳي. بار بار سمجهائڻ ڪان پوءِ بہ ديپڪ نہ سُڌريو. ان ڪري سندس پتا ڪيس پنهنجي جائداد مان ڪيس بيدخل ڪري ڪيس گهر ڪان ڇڏيو.

ڪجهہ ڏينهن تہ دوستن سهارو ڏنس. ڏيري ڏيري اُهي بہ ڪِنارو ڪرڻ لڳس. پنهنجي عادت پوري ڪرڻ لاءِ ديپڪ چور ۽ جيب ڪترو بڻجي ويو.

پنهنجي دردشا لاءِ ديپڪ مونا کي قصوروار سمجهڻ لڳو. بدلو وٺڻ لاءِ ديپڪ مونا تي تيزاب اُڇلايو. مونا بچي ويئي. آءٌ جهلسي ويس.

جيل ۾ ديپڪ جي ضمانت ڪرائڻ لاءِ ڪير بہ نہ ويو. نہ ڪير ساڻس سان گڏجڻ ئي آيو. سندس نشي جي عادت بہ پوري نٿي ٿي. هو تڙڦڻ لڳو. زندگي موٽ کان بہ وڌيڪ بدتر ٿي ويس. نجات پائڻ لاءِ هن هڪ ڪنور فيصلو ورتو. هن منٿ ڪري هيڊ صاحب کان هڪ ڪاغذ جي شيٽ ورتي. اُن تي هڪ تحرير لکي صحي ڪيائين. ٻن قيدين کان شاهديءَ تي صحي ڪرايائين. ڪاغذ تهہ ڪري کيسي ۾ وڌائين. پين هيڊ صاحب کي واپس ڪيائين. ديپڪ قئدخاني جي هڪ ڪنڊ ۾ وڃي شرٽ جي ڳجهي پاڪيٽ مان بليڊ ڪڍي پنهنجي ٻانهن جي نس ڪٽي ڇڏيائين. خون وهي نڪتو. خون ڏسي قيدي ڳهبرائجي ويا. ان جي خبر هيڊ صاحب کي ڏنائون. هيڊ صاحب جلد ئي اِها خبر فون ڪري ٿي. آءِ.

کي ڏني. ٽي. آءِ. جي چوڻ تي هيڊ صاحب ٻن سپاهين جي زير نظر ديپڪ کي جيپ ۾ اِسپتال روانو ڪيو. اِسپتال ۾ ديپڪ کي اِسٽريچر تي ليٽائي آپريشن ٿيئيٽر وٽي وڃڻ لڳا. وارڊ بواءِ سان گڏ هڪ جونيئر ڊاڪٽر به گڏ هلي رهيو هو. ديپڪ جيب مان ڪاغذ ڪڍي ڊاڪٽر جي هٿ ۾ ڏنو. ان کان پوءِ ڊرڪي ويو. ڪيسس بچائي نه سگهيا.

ڊاڪٽر پنهنجي چيمبر ۾ پهچي ديپڪ جو ڏنل پرزو کولي پڙهيو. لکيل هو منهنجي ڪري اندر آهوجا جون اکيون ويون آهن. منهنجي مؤت کان پوءِ منهنجون ٻئي اکيون اندر هندوجا کي ڏئي سندس روشني موٽائي وڃي.

آپريشن ڪري ديپڪ جون اکيون مون کي لڳايون ويون. پٽي کلڻ وقت منهنجي خواهش موجب مونا کي منهنجي سامهون بيهاريو ويو. مون اکيون کوليون اُهو ئي چهرو هو اُهي ئي ٻئي اکيون هيون. مگر منهنجي دل ۾ اُها خوشي نه هئي، اُها ڪشش نه هئي، منهنجي دل ۾ اُها هلچل نه مچي، اُهو جنون نه جاڳيو. اُهي منهنجون پنهنجون اکيون نه هيون. مون اکيون ٻوٽي ڇڏيون. ذهن ۾ اُهو ئي چهرو اُڀريو. اُهي ئي اکيون جادو جاڳائڻ لڳيون.

دل مان آهه نڪتي. هاڻي مان جن اکين سان ڏسندس اُهي منهنجون پنهنجون اکيون نه آهن. اُهي ديپڪ جون اکيون آهن. ديپڪ جو اکيون. منهنجي دل ۾ اُها هلچل نه جاڳائي سگهنديون.

پريان ڪٿان هوا ۾ ترندي هڪ تراني جي گونج ٻڌڻ ۾ آئي. بدلي تيري نظر تو نظاري بدل گئي.

# پارٽي

نہ معلوم ڪنھن وقت اک لڳي ويئي ۽ ڪيتري دير سمھيو ھوس، جو لڳاتار موبائيل جي وڄندڙ گھنٽيءَ سان ننڊ اُچاٽ ٿي ويئي. روز رات جو موبائيل بند ڪري سمھندو ھوس. اڄ رات جو ئي موبائيل بند ڪرڻ ڀلجي ويو ھوس.

ھٿ وڌائي ٽيبل لئمپ آن ڪيم. ليٽي ليٽي ئي موبائيل ڪن سان لڳائي چيو، ھيلو، ٻي طرف کان آواز آيو، وڄيہ ديپڪ اُجھامي ويو.

آءٌ ننڊاکڙو ھيس. سمجھي نہ سگھيس تہ ڪير ڇا چئي رھيو آھي. مون دھرايو، توھان ڪير ٿا ڳالھايو، آءٌ سمجھي نہ سگھيو آھيان، توھان ڇا چئي رھيا آھيو؟ ٻي طرف کان پنل آواز آيو، وڄيہ مان جيوتي آھيان، ديپڪ ڪار ائڪسيڊنٽ ۾ فوت ٿي ويو.

منھنجي ھٿ مان موبائيل ڇڏائجي ويو. دل ڪنبي ويو. موبائيل کڻي مون وراڻيو، جيوتي ھي سڀ ڪيئن ٿي ويو؟

جيوتيءَ ٻڌايو، نشي ۾ چور ديپڪ ڪار ڊرائيو ڪري گھر اچي رھيو ھو. رستي ۾ ڪار ٽوڪي ڇڏيائين، ڪار سان گڏ پاڻ پڻ چڪناچوُر ٿي ويو.

منھنجي وات مان نڪتو، او گاڊ....

جيوتيءَ سُڏڪا ڀريندي چيو، وڄيہ مون اِھڙي خوفناڪ طريقي سان تہ ديپڪ کان مُڪتي نہ پئي چاھي...

مون چيو ھرگز نہ.

تو ائين چاهيو ٿي؟
بلڪل نہ.

هاڻي چا ٿيندو وجيہ. ڪنواري هوندي ئي شاديءَ شده هئڻ جو داغ تہ ڀرپائين هو، هاڻي وڏوا ٿيڻ جو ٻيو داڳ لڳي ويو.

مون ڪيس دِلاسو ڏيندي چيو، ڏيرج رک جيوتي، سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.

ڪيئن ڏيرج ڌريان؟ سُهاڳ جي نشانين، منگل سوتر، تِلڪ، سينڌ ۾ سندور پرڻ جو تياڳ ڪرڻ سبب گهر وارن کي اڳ ۾ ئي سنسو پوندو هو، هاڻي هن حادثي کان پوءِ ديپڪ جي موت جو ذميوار مون کي سمجهي، تعنا هڻي، اڻوڻندڙ لفظ چئي منهنجي جگر کي رتوڇاڻ ڪري ڇڏيندا. پنهنجا تہ پنهنجا غير بہ زخمن تي لوڻ برڪڻ جي ڪا ڪسر باقي نہ ڇڏيندا.

جيوتي، مان تنهنجي حالت سمجهي سگهان ٿو. مان تنهنجي غم ۾ شامل آهيان. جيوتي توکي صبر کان ڪم وٺڻو پوندو. پنهنجي ڇپن کي سِبي ڇڏڻو پوندو. حالات اِهڙا بڻيا آهن جو مان تو وٽ اچي بہ نہ ٿو سگهان. جڏهن موقعو مليئي مون ساڻ موبائيل تي پنهنجو ڏک درد ونڊيندي رهجانءِ. جڏهن توکي لڳي تون ديپڪ سان جُڙيل رِشتي ناتي کان آزاد ٿي سگهين ٿي، مون کي ٻُڌائجانءِ، آءٌ پلڪون وڇائي تنهنجو اِنتظار ڪندس.

ٻي طرف کان سُڏڪن ڀرڻ جو آواز ۽ موبائيل بند ٿي ويو. آءٌ پنهنجو مٿو پڪڙي سوچ ويچار ۾ ويهي رهيس. ننڊ اکين مان اُڏامي وئي هئي. اُن وقت رات جا اڍائي ٿيا هئا. فقط

چئن ڪلاڪن ۾ هن ڪهاڻيءَ جي شروعات تي ۽ پڄاڻو بہ تي ويو.

جنهن وقت آءٌ رنگ سيريمنيءَ جي پارٽيءَ ۾ پهتس، رات جا ساڍا ڏهہ ٿيا هئا. پارٽيءَ پوري شباب تي هئي. الڳ الڳ جڳهين تي لڳل ٽيبلن جي چوڌاري رکيل ڪرسين تي گڏ ويهي ڪري وينل مهمان ڪائڻ پيئڻ ۽ نڙي تڪاؤ ۾ مشغول هئا. يونيفارم ۾ بئرا ٽِري ۾ ڊرنڪ جا گلاس، پاڻي سوڊا، آئيس ڪيوب، ڪولڊرنڪس سروَ ڪري رهيا هئا. ٻيا وري ويج نان ويج سنيئڪس سروَ ڪري رهيا هئا.

مون چوڌاري نظر ڦيرائي تہ شايد ڪوئي واقفڪار نظر اچي تہ اُن سان گڏ ويهي پارٽي اِنجواءِ ڪريان. منهنجي نظر هڪ هنڌ اٽڪي بيهي رهي. ٻيڙ ڪان الڳ هڪ تنها جڳهہ تي هڪ نوجوان نينگر پارٽيءَ ڪان بيگاني ڪنهن سوچ ويچار ۾ غلطان هئي. آءٌ پڻ سوچ ۾ پئجي ويس تہ ڇا سبب آهي جو هوءَ پارٽيءَ ۾ اچي ڪري پڻ پارٽيءَ ڪان بيگاني آهي.

منهنجا قدم از خود ان طرف وڌي ويا. ويجهو پهچي مان بيهي رهيس ۽ غور سان کيس ڏسڻ لڳس. سندس رنگ ميڊيم هو ليڪن فيچر تِکا هئا. سندس چهري تي عجيب نور جهلڪي رهيو هوس. بنا ميڪپ جي سادگيءَ ۾ پڻ سندس چهري ۾ عجيب ڪشش هئي. جيئن چڪ مڪ رُک کي پنهنجي طرف ڇڪيندو آهي، منهنجي حالت پڻ اِهڙي تي رهي هئي. سندس چهري جي ڪشش مون کي اُن جي طرف ڇڪي رهي هئي. منهنجي دل چاهي پيئي تہ هوءَ ائين ئي ويٺي رهي ۽ مان کيس نهاريندو رهان ۽ ڪاش وقت

جي رفتار رُڪجي وڃي.

بنا هار سينگار جي به هوءَ اپسرا ئي لڳي رهي هئي. تن تي ڪوئي زيوار نه هوس، نِرڙ تي بندي نه هيس. ڪنواري ڪنيا تي لڳي. منهنجي دل چاهڻ لڳي، ڪاش هوءَ ڪنواري هجي ته پوءِ منهنجي جيون ساٿيءَ جي تلاش اتي ئي پوري ٿي ويندي.

آءٌ وڌي سندس قريب ويس. هوءَ خيالن ۾ اِيترو ته غلطان هئي جو منهنجي اُتي وڃڻ جي به ڪيس سِڌ نه پيئي. مون سندس ڌيان ڇڪائڻ لاءِ چيو، آءٌ هتي ويهي سگهان ٿو.

هن ڪجھ دير لاءِ ڪنڌ مٿي ڪري مون ڏانهن نهاريو، وري نظرون جهڪائي خاموش ويٺي رهي. هڪ ڪن لاءِ سندس اکين جي جهلڪ پسي ائين محسوس ٿيو. سندس اکين ۾ جهيل جهڙي گهرائي هئي. آءٌ ويتر ديوانو بڻجي ويس. مون سندس ڌيان ڇڪڻ لاءِ چيو، توهان کي منهنجو هِتي ويهڻ شايد پسند نه آهي. ڪائي ڳالهه ناهي آءٌ هلان ٿو.

هن .نا ڪنڌ مٿي ڪڻڻ جي چيو، هيءَ ڪائي رزرو ٽيبل ناهي، تِوهان چاهيو ته هِتي ويهي سگهو ٿا.

مهرباني. چئي آءٌ سامهون واريءَ ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. هن هڪوار وري نظرون ڪري مون ڏانهن نهاريو. سندس اکين ۾ اُداسي صاف جهلڪي رهي هئي.

آءٌ وري هن سان ڳالهائڻ چاهيو ٿي، سندس من ۾ نهارڻ چاهيو ٿي. مون هن ڏانهن مخاطب ٿيندي چيو، غلط بلڪل نه سمجهو ته آءٌ ڄاڻڻ چاهيان ٿو ته توهان پارٽيءَ ۾ اچي ڪري به پارٽيءَ کان بيگانا ڇو آهيو؟ ڇو هن تنها جڳهه تي اچي ويٺا آهِيو. نه ڪجھ کائو ٿا ۽ نه ئي ڪجھ پيئو ٿا.

هن وراڻيو، توهان بہ تہ پارٽي انجواءِ ڪرڻ آيا آهيو نہ، تہ پوءِ هِت ويهي ڇا ٿا ڪريو؟

توهان بجا ٿا فرمايو، هتي مون کي توهان جي بيزُخي ڇڪي آئي آهي. هن بيزُخيءَ جو ڪوئي تہ سبب هوندو اُهو مان سبب ڄاڻڻ چاهيان ٿو.

ڄاڻي ڪري ڇا ڪندءِ؟

ڏسو آءٌ اِنسان آهيان. سيني ۾ دل رکان ٿو. دل دل آهي، پٿر نہ آهي جو ڪنهن جي دک دردَ ۾ همسفر نہ بڻجي.

هوءَ اُتي بيني ۽ چيائين، اڇو منهنجي پنيان اچو، مان سندس پنيان هلڻ لڳس. هن هڪ هنڌ بيهي ڪري هڪ ڏانهن اِشارو ڪندي چيائين، هن شخص کي سڃاڻو ٿا، ڪاري پينٽ ۽ سفيد شرٽ ۾.

مون اُن طرف ڏسي چيو، آءٌ ڪيس ڏسي بہ رهيو آهيان ۽ سڃاڻان بہ ٿو، هو ديپڪ بترا آهي.

هو منهنجو پتي ديو آهي. ايترو چئي ڪري هوءَ پنهنجي جڳهہ تي موٽي آئي. آءٌ ڪجهہ دير لاءِ بُت بڻجي بينو رهيس. سندس لفظن منهنجي دل تي هٿوڙي وانگر چوٽ ڪئي. منهنجي اُميدن ۽ آشائن تي پاڻي ڦري ويو. آءٌ بہ اُتي موٽي ويس. مون کي واپس آيل ڏسي ڪري هِن چيو، توهان موٽي آيا؟ هاڻي تہ توهان کي واقفڪار ملي ويو نہ؟ پوءِ ڇو نہ ٿا وڃي پارٽي اِنجواءِ ڪيو؟

مون سندس اکين ۾ نهاريندي چيو، جيوتي، هن ڇرڪ ڀريندي چيو تہ توهان کي منهنجي نالي جي ڪيئن خبر پيئي؟

ديپڪ جي شاديءَ جو انويٽيشن ڪارڊ ۾ توهان جو نالو

برائيڊ جي جڳهه تي لکيل هو.

ليڪن، توهان ته رنگ سيريمني ۽ شاديءَ جي پارٽيءَ ۾ نظر نه آيا.

ان وقت مان سينگاپور ويل هوس.

توهان ڇا ٿي چوڻ چاهيو؟ هاڻي جيوتي به مون ۾ دلچسپي وٺڻ لڳي.

مون چيو، بدنصيب آهي ديپڪ جو توهان جهڙي خوبصورت جيون ساٿيءَ کي ڇڏي نشي ۾ غلطان آهي.

ان ۾ ديپڪ جو ڪهڙو قصور؟

ته پوءِ ڪنهن جو قصور آهي؟

ديپڪ کي شراب جي هير ڪنهن وڌي؟

خود ئي ته هريو هوندو نه؟

بريءَ عادت ۾ ڪوئي خود نه هرندو آهي. ڪوئي هيريندو آهي. خطا وار آهن. انجا بزرگ، خطاوارا آهي اسان جي سماج ۽ اُن جي سوچ، رنگ سيرميني آهي ته ڪاڪٽيل پارٽي، شاديءَ جي سالگراهه آهي ته ڪاڪٽيل پارٽي، ڪنهن جو برٿ ڊي آهي ته ڪاڪٽيل پارٽي. پيئڻ ۽ پيئارڻ جو ڪوئي بهانو گهرجي. اسان جا بزرگ نوجوانن کي نه فقط پيئڻ جي هير ڏا وجهن، بلڪ همٿائين به ٿا. هڪ برائيءَ کي اِستيٽيسج سمبل بڻائي رکيو اٿائون.

آءٌ حيرانيءَ سان جيوتيءَ جو منهن تڪڻ لڳس. مون کي حيرانيءَ ۾ ڏسي جيوتيءَ چيو، توهان به مرد آهيو نه، توهان کي منهنجي ڳالهه بُري لڳندي هوندي؟

هرگز نه، اڄ توهان منهنجون اکيون کولي ڇڏيون آهن. هڪ ڳالهه مان پڇڻ چاهيندس، جڏهن توهان کي شراب

خوريءَ ڪان ايتري نفرت آهي تہ توهان ديپڪ سان شادي ڇو ڪئي؟

مون کي ديپڪ جي عادت جي بلڪل خبر نہ هئي. اِسٽيج طرف اِشارو ڪندي چيائين، هوءَ ڏسو ٽا منگيتر جوڙي، ڪيترو نہ خوش نظر اچي رهيا آهن. مڱڻي جي ڏينهن آءٌ بہ ايترو ئي خوش هوس. ليڪن منهنجي خوشي جلد ئي ڪافور ٿي ويئي. ديپڪ مون کي ڇڏي ڪري پيئڻ هليو ويو. مون سوچيو هو جلدي موٽي ايندو، مگر نہ آيو. اُن گهڙيءَ ئي ديپڪ منهنجي دل تان لهي ويو.

ان وقت بہ تہ توهان شاديءَ ڪان اِنڪار ڪري پئي سگهيا؟

ٻي ڏينهن تي شادي هئي. سڀ تياريون ٿي چڪيون هيون. مٽ مائٽ پڻ اچي ويا هئا. اُن وقت شاديءَ ڪان اِنڪار ڪرڻ هو دادا جي بيعزتي، خود سيني جي نظرن ۾ ڪِرڻ. اهو سوچي ڪري مون پنهنجي زندگيءَ کي داوءَ تي لڳائي ڇڏيو.

شاديءَ رات بہ آءٌ اڪيلي سهاڳ جي سيج تي ويٺي هيس. ديپڪ جو ڪو پتو نہ هو. شايد پيئڻ ۾ ئي مشغول هوندو. منهنجون پلڪون ننڊ وچان بوٽيون ٿي ويون. مون من ۾ هڪ فيصلو ڪيو، سُهاڳ سيج تان اُٿي ڪري ڪمري جو دروازو اندران بند ڪيو. سڀ زيور لاهي هڪ باڪس ۾ وڌا. سُهاڳ جو جوڙو لاهي تهہ ڪري وڳو ۽ زيور الماڙيءَ ۾ رکيا. واردروب مان ٽوال ڪڍي باٿ روم ۾ وڃي شاور چالو ڪري اُن جي هينيان ويهي رهيس. مٿي تان بِندي لاهي ڦٽي ڪئي. خوب رڳڙي رڳڙي مانگ مان سندور صاف ڪيو.

ٽوال سان بدن اُگهي نائٽي پائي ڊراير سان وار سُڪائي وار ڪليل ئي رکيا. پوءِ ڪمري ۾ اچي هڪوار سُهاڳ سيج کي نهاريو. سيج کي گلاب، رابيل ۽ وفاجي گُلن سان سجايو ويو هو. منهنجي چپن تي مُسڪراهٽ ڊوڙي آئي. هڪ بيوفا لاءِ وفا جا گُل!

بيوفا آءٌ خود بڻجڻ واري هيس. ديپڪ کي دل تان لاهي ڇڏيو هو. ڪيس پنهنجي تن ڪان پري رکڻ جو محڪم اِرادو ڪري ڇڏيو هو.

دروازي جو کڙو لاهي آءٌ اچي هڪ ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. سنان ڪان پوءِ بدن ۾ تازگي اچي وئي هئي. نند بہ اکين ڪان پري هلي ويئي. اڌ ات جو نشي ۾ چور ديپڪ آيو. مون ڏانهن نهاريائين بہ ڪين. بستري تي فان ڪري ۽ بي سُرت ٿي ويو.

مان اُٿي دروازو بند ڪيو. هڪ چادر ۽ ويهاڻو کڻي پٽ تي ليٽي پيس.

صبوح جو دير سان اک کلي. ڪنهن اسان کي ڊسٽرب نہ ڪيو هو. شايد دير رات جو سمهڻ ڪري صبوح جو سڀ دير سان اُٿيا هئا. آءٌ باٿ روم ۾ هلي ويس. لڳ ڀڳ اڌ ڪلاڪ ڪان پوءِ سنان ڪري سلوار سوٽ پائي تيار ٿي دروازو کولي باهر هال ۾ هلي ويس. منهنجي سس مون کي هن حال ۾ ڏسي ڪري ٽوڪيو. هيءَ ڇا ڪنوار؟ بدن تي ڪوئي زيور نہ؟ نہ تِلڪ نہ سندور؟

مون چيو، مون کي اِهو سڀ پسند نہ آهي.

پسند ناهي جو ڇا مطلب؟ سهاڳڻ کي سهاڳ جي خاطر اِهو سڀ ڪرڻو ئي پوندو آهي.

ڪھڙو سُھاڳ، ڪھڙي سھاڳڻ؟ پنھنجي لاڏلي کي ڏسو، اڃان تائين نشي ۾ چور سمھيو پيو آھي. ڪڏھن ھن ڏي ڌيان به نه ڏنو. ڪڏھن ڪيس روڪيو ٽوڪيو نه نشئيءَ سان ٻڌي ڇڏيو مون کي.

ڪنوار؟

ڇلاءِ نه ءَ ڪن کولي ٻُڌ، ديپڪ سان منھنجو ڪوئي سنٻنڌ نه رھندو. فقط دنيا وارن جي سامھون ڏيکاءُ لاءِ اسان ٻئي زال مڙس آھيون. فقط ڏيکاءُ لاءِ.

اِئين آھي ته تون ديپڪ کي طلاق ڏئي ڇڏ!

اِھو نيڪ ڪم توھان جي لاڏلي کي ئي ڪرڻو پوندو.

اگر ديپڪ طلاق نه ڏنو ته؟

آءُ اِنتظار ڪندس.

جيوتيءَ جي ڳالھين مون کي ھِلائي ڇڏيو. مون جيوتيءَ کان پڇيو، ڪجھ کائيندين؟

ھن اِنڪار ۾ سر لوڏيو. تڏھن چيومانس، ته پوءِ ھِتي اسين ڇا ڪريون؟ ھل گھر ٿا ھلون، آءُ توکي تنھنجي گھر دراپ ڪندس. ديپڪ کي موبائيل تي ايس. ايم. ايس. ڪري ڇڏ.

پر توھان ته ڪجھه کاڌو نه؟

ڪڏھن ڪڏھن اُپواس تُندرستيءَ لاءِ فائديمند ٿيندو آھي. اِيترو چئي آءُ اُٿي بيٺس. جيوتي اُٿڻ ئي واري ھئي ته ھڪ اڌيڙ عورت لڙکڙائيندڙ قدمن سان اسان طرف اچي رھي ھئي. ھڪ ويٽر کي ساڻ وٺي آئي ھئي. اُن جي چوڻ تي ويٽر وسڪيءَ جا ٻي پيگ ٻن گلاسن ۾ ٽيبل تي رکيا. اُن عورت اسان ڏانھن مخاطب ٿيندي چيو، منھنجي ھِت ويھڻ

سان توهان ڊسٽرب ته نه ٿيندا نه؟

بلڪل نه، اسان وڃي رهيا آهيون. مون کيس چيو.

اڙي توهان وڃو ٿا ته هنن پيگن جو ڇا ٿيندو؟.

توهان ئي پيئجو.

ٿئنڪيو، چئي اُن عورت ٽئي پيگ ملائي هڪ گلاس ڪيو. هڪ لنبو نيٽ ڍڪ ڀري چپن تي زبان ڦيري چيائين، مزو اچيو ويو، سگريٽ اٿو؟

مون پاڪيٽ مان سگريٽ جو پئڪيٽ ڪڍي سندس حوالي ڪيو

ماچيس؟

مون کيس ماچيس به ڏنو.

هوءَ تعريف ڀرين اکين سان اسان کي ڏسي چوڻ لڳي. خوش رهو، ڇا ته جوڙي آهي. مالڪ بريءَ نظر کان بچائي.

اسان سندس شڪريا ادا ڪري هليا آياسين. ٻاهر نڪري، مان پارڪنگ مان ڪار ٻاهر ڪڍي آيس. لاڪ کولي ڪار ۾ ويهي جيوتيءَ لاءِ ٻي طرف جو گيٽ کوليو.

جيوتي منهنجي ڀرسان اچي ويهي رهي. اُن پنهنجو مٿو منهنجي ڪُلهي تي ٽڪائي ڇڏيو. مون کي سُٺو لڳو. جيوتيءَ چپن ۾ پڻ پڻ ڪندي چوڻ لڳي، ڪاش! ديپڪ بجاءِ تون منهنجي جيون ۾ اچين ها.

مون کيس دِلاسو ڏيندي چيو، آيو ته آهيان، تنهنجي زندگيءَ ۾. بس تنهنجي طلاق جي دير آهي.

طلاق ٿي به وڃي، تون طلاق شدا کي اپنائنيدين؟

بلڪل اپنائيندس.

توهان جا ماتا پتا؟

اُنهن کي منهنجي خوشيءَ جي درڪار هوندي تہ بلڪل مڃي ويندا.

آءٌ ڪامنا تي ڪريان تہ اِهو ڏينهن جلد اچي.

مون جيوتيءَ کي سندس گهر ڇڏيو. پنهنجي گهر اچي ڪار پارڪ ڪئي. پنهنجي ڪمري ۾ اچي ڪري چينج ڪري بستري ۾ آيس. دل دماغ تي جيوتي ڇانئيل هئي.

خبر ناهي ڪنهن وقت لڪي ڇپي ننڊ منهنجي اکين ۾ گهري آئي ۽ منهنجي مٿان غالب تي ويئي. خبر ناهي ڪيتري دير ننڊ ۾ غافل رهيس. جو اچانڪ جيوتيءَ جي فون ڪال ننڊ ڦٽائي ڇڏي ۽ سندس بڏايل خبر هلائي رکيو.

صبوح جو ديپڪ جي شو ياترا ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ديپڪ جي گهر پهتس. ديپڪ جي لاش کي ارٿي تي رکي ڪيس امبر ۽ گلن سان ڍڪيو ويو هو. گهر جا ڀاتي منهن ڏسي موڪلائي رهيا هئا. جيوتيءَ کي پڻ سهارو ڏيئي اُتي وٺي آيا. سندس اکيون سڄل ۽ سُرخ هيون. چهرو زرد هيس. ائين لڳي رهيو هو جڻ رات وچ ۾ ڪنهن سندس بدن مان خون نچوڙي ڪڍيو هو. جيئن ئي جيوتي پيري پوڻ لاءِ جهڪي تہ ڍرڪي ويئي ۽ مورڇت تي ويئي. ماڻهو جلد ئي ڪيس ڪٽي اندر هليا ويا. فئملي ڊاڪٽر اُتي مؤجود هو. هو جيوتيءَ کي اٽئنڊ ڪرڻ لاءِ اندر ويو. مان چاهي ڪري بہ جيوتي وٽ نہ وڃي سگهيس.

اُتي منهنجو دم گُهٽجڻ لڳو، آءٌ ييڙ ڪان پري ٻاهر ڀرو هليو ويس. اُتي هڪ ماڻهو موبائيل تي ڪنهن سان ڳالهائي رهيو هو. سندس واڇون ٽِڙي ويون، شايد ڪيس ڪوئي شپ سماچار مليو هو. هُن موبائيل بند ڪري پرسان بيٺل دوست

ڪي سڏ ڪري چيو تہ شنڪر جو فون هو. اڄ شام جو ساياجي هوٽل ۾ سندس پُٽ جي برٿ ڊي پارٽي آهي. سڏ ڏنو اٿس. هن جي دوست خوش ٿيندي چيو تہ اڄ جي شام رنگين ٿي ويئي. ٻُڌي منهنجو خون ٺهڪڻ لڳو. هٿ پيڪوڙجي ويا. من ۾ آيو تہ مُکن سان سندس منهن ڇِٻو ڪري ٻٽيهي ٻاهر ڪڍي ڇڏيانس. وري سوچڻ لڳس تہ سماج ۾ هي ٻہ اڪيلا ٿوريئيءَ آهن، ڪيترا ئي آهن ڪنهن جو ڪنهن منهن ڇِٻو ڪندس؟

ديپڪ کي گُذري ٽي مهنا ٿي ويا آهن. ٽن مهنن ۾ هڪ دفعو ٻہ جيوتيءَ جي فون نہ آئي آهي. مون جڏهن جڏهن فون لڳائي آهي تہ جيوتيءَ جي فون بند ملي آهي. منهنجي پريشاني وڌندي ٿي وڃي. آءٌ جيوتيءَ جو حال چاڻڻ لاءِ منتظر آهيان پر ڪوئي هِيلو نٿو هلي. منهنجي ولائتي ريتن رواجن ۾ ڪا دلچسپي نہ آهي. مگر جيوتيءَ سان ڪانٽيڪٽ ڪرڻ لاءِ ويليٽائين ٽائيپ ڊي جو سهارو ورتم. اخبار، ريڊيو ءَ ٽي. ويءَ تي سنديش موڪليم.

پياري تنهنجي بند موبائيل منهنجي دل جي ڌڙڪن بند ڪري ڇڏيندي.

تنهنجي فون ڪال جي اِنتظار ۾

وجيہ.

# تو منع ڪئي هئي

ڳوٺ جي پرائيمري اِسڪول ۾ پنجئن درجي تائين پڙهائي پوري ڪري اڳتي پڙهائي ڪرڻ لاءِ رتيديري هاءِ اِسڪول ۾ داخلا ورتي. رهيس ماسيءَ جي گهر.

ماسيءَ جي گهر جي پرسان گهر هو ديوداس جو. ديوداس پوسٽ آفيس ۾ پوسٽ ماسٽر هو. ڪيس ٽي ڏيئرون هيون. ٻيون نمبر ڌيءَ هيس رڪان. رڪان سهڻي، ڏگهي، سنهڙي، هڪ ڪرو بدن. ماسيءَ جي گهر جي ۽ ديويداس جي گهر جي ڀت هڪ ئي هئي. ڀِت ننڍي ۽ مٽان ڪليل هئي. ڀت جي ڪُنڊ تي ماسيءَ جي گهر ۾ هڪ پڪي ڏاڪڻ هئي. ٻه ٽي ڏاڪا چڙهي ڀت ٽپي اچڻ وڃڻ جي سهوليت هئي. شام جي وقت ديويداس جون ڏيئر اچي ماسيءَ وٽ اچي ويهنديون هيون. رُڪان مون کي سُٺي لڳندي هئي. آءُ ڪجهه وقت اُتي گذاريندو هوس. رُڪان مون کي ڀانئيندي هئي. ڏيري ڏيري رُڪان جي مٺي مورت منهنجي ڪومل من تي اڪرجندي ويئي. عشق محبت جي ڪا عمر نه هئي، پر رُڪان کان جدائي برداشت نه ٿيندي هئي. موڪلن ۾ گهر وڃڻ تي دل نه ٿيندي هئي، سوچيندو هوس ته ڪڏهن موڪلون پوريون ٿينديون جو وري رتيديريءَ ويندس ۽ رُڪان سان وچي ملندس. هڪ عجيب ڪشش هئي جيڪا سمجهه کان ٻاهر هئي.

پرورش سُٺي نموني سان ٿيل هئي. ڪير، ڏُڌ، ڏهي، گيهه

مکڻ، ميٺ مڇيون، پلاءُ ميوا سُڪا، ميوا خوب کائڻ لاءِ مليا هئا ان ڪري تن ۾ من جو وڪاس سُٺي نموني سان ٿي رهيو هو. سمجهه بہ تِکي ٿيندي ويئي. اڃا ڪچي عمر هئي، جواني پڻ ڪافي پري هئي ليڪن جوانيءَ جا اهڃاڻ نظر اچڻ لڳا هئا. رُڪان سان لڳاوَ جو مطلب سمجهہ ۾ اچڻ لڳو هو.

هڪ ڏينهن موقعو ڏسي ديويداس جي گهر هليو ويس. رُڪان ڪمري ۾ اڪيلي ويني هئي. مونکي ڏسي ڇرڪ پريائين. پڇڻ لڳي، اڄ هِت ڪيئن آيو آهين؟

مان چيومانس تہ هڪ ڳالهہ چوڻ لاءِ آيو آهيان.

ڪهڙي ڳالهہ چوڻ آيو آهين؟

پهريائين پنهنجو هٿ هيڏي وڏاءِ

رُڪان هٿ وڌايو، مون سندس هٿ پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ پڪڙي ڪري چيومانس تہ رُڪان پلي تنهنجي سيني پينرن جي شادي ٿي وڃي تون شادي نہ ڪج.

حيران ٿي پڇيائين، آءُ شادي ڇو نہ ڪريان؟

مون چيومانس تہ توسان آءُ شادي ڪندس. جيستائين منهنجي شادي لائق عمر ٿئي تيستائين اِنتظار ڪج.

ٻُڌي حيران ٿي ويئي. اکيون ڦاڙي مون کي ڏسڻ لڳي ۽ پوءِ ڌيرج سان چيائين تہ توکي خبر آهي تہ عمر ۾ آءُ توکان کان چار سال وڏِي آهيان.

انکري تہ چوان ٿو تہ تون اِنتظار ڪج مان شادي توسان ئي ڪندس.

رُڪان جڪي مون کي ياکر ۾ پريو ۽ لڳي منهنجو منهن چُمڻ. اُهو شهاءُ مون لاءِ نئون آزمودو هئو. دل و دماغ ۾ خمار

پرجي ويو.

آءٌ هاڻي وڏيڪ وقت رُڪان جي سنگت ۾ گذارڻ لڳس، جڏهن بہ اڪيلي ۾ ملڻ ٿيندو هو تہ رُڪان مون کي ٻانهن ۾ ڀري ڇاتيءَ سان لڳائي منهنجو منهن چُمندي هئي ۽ مون کي ڪافي سُٺو لڳندو هو.

وقت گذرندو ويو. آءٌ هاڻي ٻئي درجي جي انگريزيءَ ۾ هوس، سوچيندو هوس تہ ڪڏهن مئٽرڪ پاس ڪندس ۽ رُڪان سان ڪڏهن شادي ڪندس؟ منهنجي زندگيءَ جي ڪهاڻي ۾ لِکڻ واري ڪهاڻيءَ ۾ اهڙو تہ وڇ پئدا ڪيو جنهنجو م ن ڪڏهن سپني ۾ پڻ نہ سوچيو هو. ديش جو ورهاڱو ٿيو. سنڌ ڇڏي ڀارت اچڻو پيو. اِيترو بہ موقعو نہ مليو تہ مان رُڪان کان پڇيان تہ هو سڀ هندستان ۾ ڪٿي ويندا ۽ وري ڪيئن ملاقات ٿيندي. وڇڙياسين تہ سدا لاءِ وڇڙياسي. بس صرف رُڪان جي ياد ئي دل ۾ هئي.

ڀارت ۾ آياسين تہ پڙهائي بہ رُلي ويئي ۽ نئين سري سان ا انارڪا، آ آم ڪا سان شروعات ڪرڻي پيئِي. سنڌي پڙهائي تہ ڇٽي ويئي، وري پڙهڻ جو موقعو ئي نہ مليو، جيئن تيئن ڪري ١٩٥٥ ۾ مون مئٽرڪ پاس ڪئي. نوڪريءَ تي لڳس. ١٩٥٧ پرائيوٽ اِنٽر پاس ڪئي. ١٦ سالن جي لنبي عرصي کان پوءِ ١٩٧٣ ۾ بي. اي. پاس ڪئي.

١٩٥٠ ۾ پتا صاحب هڪ ڳوٺ ۾ ڪرياني جو دڪان شروع ڪيو ان سان گڏ اناج جي خريد فروخت ۽ ڪجهہ زمين ٺُڪر وني ٻٽيءَ تي ڏيئي پوک ڪرائڻ لڳا ان نموني ۾ سنڌ ۾ ڪيل زميندار جي چاهت کي پڻ ڪي قدر پورو ڪيائون. پتا صاحب ڳوٺ واري زندگيءَ تي هِريل هئا، فرق فقط ايترو پيو

جو سنڌ ۾ صبح جو وچي شام جو گھر موٽندا هئا، پر هِت ڳوٺ ۾ ئي رهڻ لڳا. رڌ پچاءُ پڻ پنهنجي ئي هٿن سان ڪندا هئا. هر منهنجي ماسي گھر ايندا هئا. سُڌ سما لهي ويندا هئا. دڪان جي لاءِ خريداري پڻ ڪري ويندا هئا. آءُ پڻ ڪڏهن ڪڏهن پتا صاحب سان ملڻ لاءِ ان ڳوٺ ۾ ويندو هوس اُتي وقت ڪٽڻ گھڻو مشڪل ٿي ويندو هو. هڪ ڏينهن رهي موٽي ويندو هوس.

هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ بابا سان ملڻ ڳوٺ ويو هوس، صبوح جو وقت هو، ٿوريءَ ئي دير ۾ واپس وڃڻ وارو هوس، دڪان جي سامهون ڪجهہ ئي دوريءَ تي هڪ پپل جو وڻ هو. پپل سان گڏ لپٽيل نِم جو وڻ هو. نِم ۽ پپل جي ڇانوَ ۾ هڪ خوبصورت ڇوڪري ويٺي هئي. تنگ پاچي وارو گلابي رنگ وارو پائجامو، سائي رنگ جو ڪڙتو ۽ گلابي پوتي. گود ۾ ٻڪريءَ جو ننڍڙو ٻچڙو هوس، دلڪش نظارو هو. رنگ روپ ۽ قد ڪاٺيءَ ۾ بلڪل رُڪان وانگر پئي لڳي. منهنجي نظر سندس چهري تي ٽِڪي ويئي. ٿوري دير ۾ ڪنهن آواز لڳايس، اجگري آيس، چئي هوءَ اُٿي ۽ اڳتي وڌندي آئي. ڇيلو گود ۾ ئي هوس. هڪ پرسان واري گھر ۾ هلي ويئي. مون کي عجب لڳو تہ اِيترو قريب تي رهي اچ پهريون دفعو نظر آئي هئي.

اجگريءَ جي صورت اکين ۽ دل ۾ سمائي واپس وريس. رُڪان جي ڏندلي پيل صورت ذهن ۾ چِٽي اُڀري آئي. من ۾ درد جي لهر ڊوڙي ويئي.

زندگيءَ ۾ اِهڙيون تہ گھٽنائون گھٽبيون آهن، اِهڙا تہ موڙ ايندا آهن جو زندگي هڪ افسانو لڳڻ لڳندي آهي پر

زندگيءَ ۾ حقيقت شناس رهڻو پوندو آهي. حقيقت اِها آهي تہ مالي حالت ڊانوان ڊول هئي. پڙهائي چالو رکڻ پڻ ڪافي ڏکيو لڳي رهيو هو. هن عمر ۾ بابا کي زندگيءَ جي گاڏي گيلهڻي تي پوي اِها ڳالهہ دل ۾ ڪنڊي وانگر چُڀندي هئي ليڪن دل جو ڇا ڪريان؟ رُڪان جو تہ اتو پتو نہ هو. ليڪن اجگري تہ پهچ جي دائري ۾ هئي نہ! مگر چاهت جي ڊگر سؤلي نہ آهي. اجگري مسلمان آهي ان ڳالهہ کي بہنظرانداز ڪري ڇڏجي تہ بہ شادي ڪري بابا جو بوجهہ وڌايان؟ اهڙو ڪپوت نہ آهيان مان. منهنجي لاءِ ضروري آهي تہ مئٽرڪ پاس ڪري نوڪري ڪريان ۽ ڪٽنب جو سهارو بڻجان.

اجگريءَ جي ياد ۽ پڙهائي گڏو گڏ هلڻ لڳي، جڏهن بہ موقعو ملندو هو تہ بابا وٽ هليو ويندو هوس. هڪ ڏينهن جي بدران بہ تي ڏينهن رهي پوندو هوس، جيستائين اجگري نِم ۽ پپل جي ڇانوَ ۾ ويٺي هوندي هئي، ڪيس نهاريندو رهندو هوس. هلي ويندي هئي تہ سڄو ڏينهن ٻئي ڏينهن جي صبوح جو اِنتظار ڪندو رهندو هوس.

پنهنجي مجبوريءَ جو احساس هيو. انڪري قدم اڳتي نہ وڌايو. دل جي حسرت کي ديدار تائين ئي محدود رکيو. وقت گذرندو رهيو. مجبوريءَ جي رهندي اجگريءَ جي شادي پڻ تي ويئي. دل جا ارمان دل ۾ ئي رهجي ويا.

مئٽرڪ پاس ڪري نوڪريءَ تي لڳس. پگهار ناڪافي هئي ان ڪري بابا کي ڪم ڪرڻو ئي تي پيو. حقيقت ۾ منهنجي پگهار نہ جي برابر هئي. اڄ بہ گهر جو خرچ بابا جي ڪمائيءَ تي پئي هليو.

مون پاڻ کي پوري طرح حالات جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏنو. ماءُ پيءُ جي مرضيءَ سان منهنجي شادي ٿي. ٻار ٻہ ڄاوا. هڪ نوڪريءَ کان ٻي نوڪري ۽ ٻي کان ٽين. هڪ شهر کان ٻيو ۽ ٻئين کان ٽيون بدلائُ ٿيندو رهيو. مؤجود واري نوڪري سيلسمئين جي هئي. ٽوئرينگ زندگي هئي. مهني جا ڏهہ ٻارهان ڏينهن سفر ۾ ڪٽجڻ لڳا، اِهڙو وقت بہ آيو جو ويهن کان بہ وڌيڪ ڏينهن سفر ۾ ڪٽجڻ لڳا. بالا گهاٽ کان گونديا وڃي رائپور وڃڻو هو. گونديا جي ويٽنگ روم ۾ ويهي ڪري هاوڙا ايڪسپريس جو اِنتظار ڪري رهيو هوس. ٽرين جي اچڻ ۾ اڃان دير هئي، ويٽنگ روم ۾ مان اڪيلو ئي هوس. ٽائيم پاس ڪرڻ لاءِ ناول ڪڍيم، اڃان پڙهڻ شروع ڪرڻ وارو ئي هوس تہ باٿروم جو دروازو کولي هڪ عورت ٻاهر نڪتي. ٻاهر نڪري ڪري هڪ ڪُرسيءَ تي وڃي ڪري ويٺي. منهنجو ڌيان اُن طرف ويو. ڪُرسيءَ جي پرسان هڪ سوٽڪيس پيو هو ۽ ٽيبل تي هئنڊ بئگ. منهنجو ڌيان ان عورت جي چهري تي پيو. چهرو ڪجهہ سُڃاتل ٿئي لڳو. ڪير آهي؟ آءُ سوچڻ لڳس. اُن عورت جي نظر مون تي پئي ۽ هوءَ پڻ چِتائي نهارڻ لڳي. منهنجي زبان مان نڪتو، رُڪان؟

اشوڪ، چئي هوءَ پنهنجي جڳهہ تان اُٿي، مان پڻ اُٿيس، ٻئي ٻانهون ڦهلائي اڳتي وڌياسين. ٻئي هڪ ٻئي سان لِپٽي وياسين. ڪيتري دير لپٽيا رهياسين. آخر الڳ ٿياسين. هڪ ٻئي جي ويجهو وڃي ڪُرسيءَ تي ويناسين. ڪوئي لفظ زبان مان نہ نڪتو، بس هڪ ٻئي کي پياسي نظرن سان ڏسندا رهياسين. آخر مون خاموشيءَ کي ٽوڙيندي چيو تہ اُميد ئي

نہ هئي تہ اچانڪ ملاقات ٿيندي.

رُڪان چيو، مون بہ ڪڏهن سوچيو نہ هو، پر آس هئي جيڪا اڄ پوري ٿي. ڪر خبر شاديءَ جي لاءِ اُتاولو هئين؟ ڪيئن شادي؟

مون ڪنڌ جهڪائي چيو، شادي بہ ٿي تہ ٻار بہ آهن.

زال تہ سهڻي ورتي هوندءِ.

مون ڪنڌ سان ها ڪئي.

ڪڏهن منهنجي ياد نہ آيئہ؟ رُڪان اکين ۾ اکيون ملائيندي چيو،

مون ڊگهو ساهہ کڻي چيو، ياد تہ ان کي ڪبو آهي جنهن کي ڀلايو هجي. تون تہ هر پل ياد آهين.

پوءِ شادي ڇو ڪيئہ؟

تون ٻُلڇين ٿي تہ پريميءَ سان گڏ آءٌ هڪ ٻُٽ بہ آهيان. ماتا پتا جي آگيا جو پالن ڪرڻ منهنجو فرض بہ هو ۽ آهي. تون پنهنجي باري ۾ ٻڌاءِ.

مون شادي نہ ڪئي آهي.

ڇو؟

تو منع جو ڪئي هئي.

هاڻي چوان ٿو، شادي ڪر.

پريميءَ جي حيثيت سان منع ڪئي هئي ۽ هاڻي ڪهڙي حيثيت سان ٿو چوين؟

پريميءَ جي ئي حيثيت سان.

آءٌ اڄ بہ توکي پيار ڪيان ٿو. بي اِنتها پيار. مون سان شادي ڪندين؟

منهنجو ڪنڌ جهڪي ويو. زبان تي تالو لڳي ويو. ٻنهي

جي ٽرينن جي اچڻ جي انائونسميٽ ٿي. ٻئي اُٿي بيناسين. هڪ ٻئي کي پياسي نگهائن سان ڏٺوسين. نہ هن منهنجو ڏس پتو ئي پڇيو ۽ نہ ئي وري مون ئي هُن کان. ٻئي ويٽنگ روم کان ٻاهر نڪتاسين. آءٌ هڪ نمبر پليٽفارم تي رُڪيس، هوءَ ٻئي نمبر تي وڃڻ لاءِ پُل طرف وڌي ويئي. جيستائين رُڪان منهنجي نظرن کان اوجهل نہ ٿي تيستائين آءٌ کيس حسرت يرين نگهائن سان ڏسندو رهيس. دل و دماغ ۾ طوفان يريل هو. زندگيءَ ۾ مون پهريون دفعو خود کي ڪمزور ۽ لاچار محسوس ڪيو هو.

# مڪتي

پنهنجي ڏرتيءَ ڪان وڇوڙي جو درد جو چا تيندو آهي. سو اُهو ئي ڄاڻندو آهي، جنهن تي گذري هجي. پر سورج سنگهہ ۽ ان جي ڪٽنب ايترو تہ ٿنوهو جو سندن دل پٿر ٿي ويئي ۽ اکين جي نمي سُڪي ويئي هئي.

سورج سنگهہ جا پرکا راجگهراڻي جا هئا. راجائن جي عياشي، ڪيتريون راڻيون ۽ اُنهن جون سنتان. رياست گهٽجندي ورهائجندي جاگير اُنکانپوءِ ڪجهہ ڳوٺن جي مالگذاريءَ آخر هڪ ڳانو جي مالگذاريءَ تاءِ وڃي پهتي.

رياستون نہ رهيون. جاگيرون ختم ٿي ويون. پروي پرس بند ٿي ويا. مگر راجائي نسک قائم رهي. سورج سنگهہ جو ڳوٺ سرحدي علائقي ۾ هو. لڙائيءَ جا حادثا سهي چڪيل سورج سنگهہ جي پيءُ سوائي سنگهہ پٽ کي وراست ۾ هڪ ننڍڙو گهر ڪجهہ ايڪڙ خشڪ زمين، ڪجهہ اُٺ، رڍون ۽ ٻڪريون، سون چانديءَ جا زيور ۽ سڪا ڏئي ويو. آمدني نہ جي برابر هئڻ سبب رقم خرچ ٿيندي ويئي. تنگ هال ۾ بہ هو ڳانوءَ وارن لاءِ حڪم هو. ڪوئي سوالي سندس در تان خالي نہ موٽندو هو.

هاڻي حالت اِها هئي جو نہ پنهنجي لاءِ ڪجهہ هيس نہ ڪنهن کي ڪجهہ ڏيڻ لاءِ. ليڪن ٻک تہ ترپتي چاهيندي آهي. ڪم جي تلاش ۾ سورج سنگهہ زال شڪنتلا ۽ ڏهن سالن جي ڌيءَ سکيا سان گڏ اِندور اچي ويو. راجائي لباس، خطاب سڀ ڳوٺ ۾ ڇڏي آيو هو. هاڻي سورج سنگهہ فقط سورج ئي هو.

ڪجهہ ڏينهن ڌرمشالا جو آسرو ورتائين. ڪيس هڪ لانڊريءَ ۾ ڪم ملي ويو. ڪوئي سنڪوچ نہ ڪيائين. ڪاٽي والا ٽئنڪ ۾ هڪ وڏي خالي پيل پلاٽ تي ٻاهريان آيل ڪامگار جهوپڙيون اڏي ويٺا هئا. سورج بہ اُتي پنهنجو آشيانو ٺاهيو.

سورج صبوح جو چانهہ پي اخبار پڙهي ڏهين بجي نيرن ڪائي ڪم تي هليو ويندو هو. شڪنتلا پڻ پرسان وسيل بستي ٻئراني ڪالونيءَ ۾ ڪجهہ گهرن ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. شڪنتلا هاڻي شڪوٻائي ٿي وئي.

راجگهراڻي جو نوجوان هاڻي ڌوٻيءَ ۽ راڻي ڪم واري ٻائي. قدرت جا کيل نرالا آهن. حيثيت بدلجندي آهي تہ نالو پڻ بدلجي ويندو آهي. سورج سنگهہ هاڻي فقط سورج، شڪنتلا هاڻي شڪوٻائي ۽ سکيا سکو (اڳتي هلي سکوٻائي) ٿي ويا.

سورج کي جهوپڙپٽيءَ ۾ رهندي ٣ سال ٿي ويا. وري سندن اُجڙڻ جو وقت اچي ويو. اُن پلاٽ کي هڪ بلڊر خريد ڪيو. اُن ڪري اُنهن کي اُتان هٽائڻ جي ڪاروائي شروع ٿي وئي. سورج شانتي پسند اِنسان هو. ڪنهن جهنجهٽ ۾ پوڻ بجاءِ پيو نڪاڻو ٺاڻڻ وڌيڪ بهتر سمجهائين. آرتوار موڪل جو ڏينهن هيس. نئين گهر جي تلاش ڪندي ڪاٽجو ڪالونيءَ پرسان نالي مٿان وسيل جهوپڙپٽيءَ ۾ ٢٠٠ روپيہ ماهوار مسواڙ تي هڪ گهر ورتائين. ٻي مهني جي پهرين تاريخ تي هو نئين جڳهہ تي اچي ويا. ڪجھ ئي ڏينهن ۾ شڪوٻائيءَ کي جيرامپور جي ڪجهہ گهرن ۾ ڪم ملي ويو.

چوندا آهن غريب جي ڌيءَ وقت کان پهريائين جوان ٿي ويندي آهي ۽ غريب جي زال وقت کان پهريائين ٻُڍي ٿي ويندي آهي. سکوءَ اجان چوڏهين بسنت ۾ ئي قدم رکيو هو.

هوءَ جوانيءَ جي بار سان دٻجڻ لڳي هئي. سانئرو سلونو رنگ، تکا روش، ڪردار بدن، ڏسڻ وارا پياسي نظرن سان گھورڻ لڳس. شڪوبائي بہ اڃا جوان ئي هئي. مگر چهرو مُرجھايل هيس. ڪايا بہ سُڪڻ لڳي هيس.

جن گهرن ۾ سکو ماءُ سان گڏ ڪم ڪندي هئي انهن مان هڪ گهر هو ديوراج جو. هڪ سال اڳ ئي شادي ٿي هيس. مائٽن کان الڳ ٿي، زال درگا سان گڏ الڳ مڪان ۾ رهڻ لڳو هو. درگا سڌي ۽ ڪومل سُڀاءُ جي هئي. ديوراج مطلب پرست ۽ رس جو لوڀي پونئرو هو. هو هميشه اُن تاڙ ۾ رهندو هو تہ موقعو مليس تہ سکوءَ جي جوڀن سان پنهنجي حوس جي پياس ٻُجھائي.

هڪ ڏينهن ديوراج کي موقعو ملي ئي ويو. درگا ڪنهن واقفڪار جي شاديءَ جي ڪارج ۾ ويل هئي. شڪوبائي صبوح کان ئي شاديءَ واري گهر ۾ ڪم ۾ رُڌل هئي. درگا جو ٻن پراڻن جو ئي ڪٽنب هو. وڏيڪ ڪم نہ نڪرندو هو. شڪوءَ سکوءَ کي درگا جي گهر جو ڪم ڪرڻ لاءِ موڪليو. آرتوار جو ڏينهن هو. ديوراج اڪيلو ئي گهر ۾ وينو هو. سکوءَ کي اڪيلو آيل ڏسي ديوراج جي من جي مُراد پوري ٿي. جيئن ئي سکو ڪم تي لڳي ديو گهر جو دروازو بند ڪري ڇڏيو. بيڊ روم مان سکوءَ کي جوٺا برتن کڻي وڃڻ لاءِ سڏ ڪيائين. سکو جيئن ئي ڪمري ۾ داخل ٿي ديوراج سندس بازو پڪڙي پاڻ ڏانهن ڇڪيس. سکو سهمجي ويئي. هوءَ پنهنجي ٻانهن ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. ديو سکوءَ کي لالچ ڏيڻ لڳو. سکو غصي ۾ پرجي اڪين مان اُلا وسائيندي چيو، بابوجي اِهو توهان کي شوڀيا نٿو ڏئي. اسين عزتدار ماڻهو آهيون. مجبوريءَ کان ماڻهن جي گهر وڃي ڪم ٿا ڪريون.

ديو چيس، مان توکي زيورن سان پيري چڏيندس. الڳ فلئٽ پڻ وٺي ڏيندوسانءِ. توکي ڪم ڪرڻ جي ڪا ضرورت نہ پوندي.

سکوءَ وفليندي چيو، مون کي ڪمزور نہ سمجھ، راجپوت جي ڌيءَ آهيان.

ديو زور لڳائي سکوءَ کي پنهنجي طرف ڇڪيو. سکوءَ جو ٻيو هٿ مٽي ڪڇيو ۽ ديو جي ڳل سان وڃي ٽڪرايو. ديو جي اکين اڳيان اونڌيرو ڇانئجي ويو. سکوءَ جو هٿ ڇڏي پنهنجو ڳل مهٽڻ لڳو. سکوءَ سنيم رکندي چيو، ٻڌ بابو، مان ڪم ڪرڻ تي وڃان. ٻيهر اِهڙي حماقت نہ ڪجانءِ. ڪم ڇڏي ويندس تہ مالڪڻ سبب پڇندي. ڪوڙ مون کان ڳالهائڻ نہ ٿيندو. سچ مالڪڻ برداشت نہ ڪري سگھندي. ان ديويءَ جي ڪري معاف ٿي ڪيانءِ.

اِيترو چئي سکو ڪم تي هلي وئي. ديو هارايل جوئاريءَ وانگر حيران پريشان ٿيندو رهيو.

سکو ڪم نپٽائي ماءُ وٽ هلي وئي. اڄ ڪيس احساس ٿيو تہ هوءَ هاڻي جوان ٿي چڪي آهي. اُن ڏينهن کان ڪنهن جي بہ گھر اڪيلي ڪم ڪرڻ نہ ويندي هئي. شڪو چوندي هيس تہ ڪوئي بهانو ڪري ٽاري ڇڏيندي هئي.

ٻہ سال ٻيا گذري ويا. سورج کي لڳو تہ سکو هاڻي شاديءَ لائق ٿي آهي. تڏهن اچانڪ سورج جي مٿان اوچتو هڪ خرچ اچي ويو. مڪان مالڪڻ کي ڌيءَ جي شاديءَ لاءِ پئسن جي ضرورت هئي. هن گھر وڪڻي پئسن جي بندوبست ڪرڻ تي چاهيو. هن سورج کي پنجين هزارين ۾ گھر خريد ڪرڻ جي آڇ ڪئي. سورج تيار ٿي ويو. پنج سؤ روپيا بيانو ڏئي هڪ مهني جي مهلت ورتائين.

سکوءَ جو ٻہ هڪ هنڌ رِشتو طئہ ٿي ويو. ڇوڪرو راجپوت هو. نالو هيس سميرسنگهہ. هو هڪ قابل ڪارپينٽر هو. خود جو پڪو مڪان هيس. ڳوٺ ۾ پشتني زمين جائداد هيس. رِشتو طئہ ٿي ويو. ٻن مهنن ڪان پوءِ شاديءَ جو مهورت نڪتو.

ٻہ ٻہ خرچ سامهون هيس. چانديءَ جي رقم ضرور هيس. مگر سورج جي وڏن جي نِشاني وڪڻڻ نٿي چاهي. هن راجستان وچي اُتان جي ملڪيت وڪڻڻ جو فيصلو ڪيو.

هو ڇئن ڏينهن جي موڪل وٺي راجستان پنهنجي ڳوٺ ويو.

ڳوٺ جي حالتن ۾ ڪو خاص سُڌارو نہ ٿيو هو. ماڻهن کي ڪاڏي پيتي جو ئي ٽوٽو هو. ملڪيت ڪير خريدي؟ اُلٽو حڪم (مالڪ) وٽان ڪجهہ ملڻ جي اُميد رکي آيا. سورج گهر جي جڳهہ تي پيءَ جي نالي پرائميري اِسڪول کولڻ لاءِ گرام پئنچائت کي دان ڪئي. زمين جوتڻ وارن ڪسانن جي نالي ڪري پرکن جي گانوءَ کي سدا لاءِ نمسڪار ڪري واپس هليو آيو.

چانديءَ جا ڪجھ برتن وڪڻي مڪان پنهنجي نالي ڪرايائين. ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ سکوءَ جا هٿ پيلا ڪيائين. شڪنتلا پنهنجا چانديءَ جا ڪڙا، منگل سوتر، چانديءَ جا ڪجهہ سڪا ۽ ڪپڙا لٽا ڏيئي سکوءَ کي اُماڻيو.

سکوءَ جي ساهرن ۾ خوب آءُ ڀڳت ٿي. سمير کيس پلڪن تي ويهاري رکيو. کيس هر طرح سان خوش رکڻ جي ڪوشش ڪيائين. ٻن سال ۾ سکوءَ کي هڪ پُٽ ۽ هڪ ڌيءَ جي سوغات ڏنائين. پٽ جو نالو سوهن ۽ ڌيءَ جو نالو سُمن رکيائين.

ڪجهہ عرصي بعد سکوءَ جي سکي جيون کي گرهڻ لڳي

ويو. سمير کي شراب پيئڻ جي عادت پئجي ويئي. سکو کيس سمجهائيندي هيس. هو پوءِ قسم کائي چوندو هو ته اڳتي نه پيئندسر ۽ ٻئي ڏينهن وري نشي ۾ چور تي واپس گهر ايندو هو. اُن ڳالهه جي ڪري سکو ۽ سمير جي وچ ۾ اٽبٽت تيندي رهندي هئي.

نوبت لڙائي جهڳڙي تائين اچي پهتي. هڪ ڏينهن سمير غصي مان سکوءَ مٿان هٿ کنيو. سکوءَ خوددار عورت هئي. پنهنجو ضروري سامان سهيڙي ڪري ٻارن کي وٺي ڪري پيڪي گهر وڃڻ لڳي. سمير زخمن تي لوڻ ٻرڪيندي چيس، ٻار پيءُ جي گهران ڪٿي آئي هئين جو اُنهن کي ساڻ وٺي تي وڃين؟ سکوءَ ٻارن کي اُتي ڇڏيو. اڪيلي هلي ويئي. سمير سوچيو ته ٻارن ڪانسواءِ رهي ڪانه سگهندي. جک ماري ڪري موٽي ايندي. هڪ هڪ ڏينهن ڪري ٽي ڏينهن گذري ويا. سکو نه موٽي. سمير جي پريشاني وڌندي ويئي. سار سنڀالڻ مشڪل تي پيس. سکوءَ ڪانسواءِ حيران پريشان تي ويو. مجبور تي ڪري سکوءَ کي منائڻ ساهري گهر ويو. سمير ڳهٽيئي منت ميڙ ڪئي، معافي گهريائين، قسم کائڻ لڳو، پر سکوءَ هڪ به نه ٻڌس. ماءُ جي پڻ ٻڌي اٽبڌي ڪري ڇڏيائين. راج هٺ تي قائم رهي خون جي تاثير ويندي ناهي. سمير بڇڙو تي موٽي ويو.

سميرسنگهه سکوءَ ڪانسواءِ پاڻ ته اڪيلو رهي پئي سگهيو پر ٻار سنڀالڻ سندس وس جي ڳالهه نه هئي. ٻنهين ٻارن کي سکوءَ وٽ ڇڏي آيو.

سکوءَ واپس گهرن ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. پاڻ سان گڏ ٻارن جي پرورش ڪرڻي هيس. شاديءَ ڪانپوءِ اجان سکوءَ جي چهري تي رونق اچي ويئي هئس. مدت ڪانپوءِ سکوءَ

ڪي ڏسي ديوراج جو من وري ڇرڪڻ لڳو. هاڻي ديو جي نظر ۾ سڪو نڪرايل عورت هئي جا سؤلائيءَ سان ڄار ۾ ڦاسي سگهي ٿي. هڪ ڏينهن سڪوءَ کي اڪيلو ڏسي اِشارو ڪيائين. سڪوءَ اِهڙي ڪرڙيءَ نظر سان ڏٺس جو ديو جا ڍيڊر ئي ڍرا ٿي ويا.

سمير جي ماءُ پيءُ سمير کي ٻي شادي ڪرڻ تي زور پريو. پر سمير صاف منع ڪري ڇڏي. هو اڃان بہ سڪوءَ کي دل و جان سان پيار ڪندو هو. شراب جي ڪري سمير جو گرهستي جيون برباد ٿيو ويو. پر غم گلت ڪرڻ لاءِ هو اڃا بہ وڌيڪ پيئڻ لڳو.

سڪوءَ ٻنهين ٻارن کي سرڪاري اِسڪول ۾ موڪلڻ شروع ڪيو. سڪو وڌيڪ گهرن ۾ ڪم ڪرڻ لڳي. ماءُ کي وڌيڪ ڪم نہ ڪرڻ ڏيندي هئي. شڪنتلا وڌيڪ وقت گهر ۾ رهي رڌ پچاءُ ۽ ٻارن جي سار سنڀال لهندي هئي. ٻار پڙهي وڏي رهيا هئا. سڪوءَ هڪ اناٿ ٻار کي اپنايو.

سڀ ڪجهہ ٺيڪ هلي رهيو هو تہ اچانڪ هڪ ڏينهن قدرت شڪنتلا مٿان قهر برپا ڪيو. ڪپڙا پريس ڪندي ڪرنٽ لڳڻ سبب سورج سنگهہ حادثي جو شڪار ٿي ويو ۽ موقعي تي ئي گذاري ويو. سڪوءَ همٿ کان ڪم وٺي پاڙيوارن جي مدد سان پيءُ جو اگني سنسڪار ڪيو. پُٽ جي فرض ادائي نڀاهي. ٻارهي تائين سڀ ڪِريا ڪرم پنهنجن هٿن سان ڪيائين ۽ ڪرايائين. هن حادثي کان پوءِ شڪنتلا ويتر هيڻي ٿي ويئي. گهر کان ٻاهر نڪرڻ بند ڪري ڇڏيائين. گهر جي ٻارن جي ۽ ماءُ جي سڀ ذميداري سڪوءَ مٿان اچي ويئي.

سوهن پڙهائيءَ ۾ ڪمزور هو. پڙهائيءَ ۾ من بہ نہ

لڳندو هوس. پڙهائي ڇڏي ناني جي جڳهہ تي نوڪريءَ تي لڳي ويو. ٽن سالن کان پوءِ شڪنتلا پڻ چالاڪو ڪيو. سڪو روئڻ پلجي ويئي هئي. ڪجهہ سالن کان پوءِ سمير سنگهہ پڻ زهريلي شراب پيئڻ سبب گُذاري ويو. لوڪاچار نياهڻ لاءِ ڪم تان موڪل وٺي سڪو بارن سوڌي ساهري گهر ويئي. سمير جي بارهي تائين اُتي رهي تيرهين ڏينهن واپس ورڻ لڳي. سس سهري گهڻو ئي سمجهائيس تہ جنهن سان جهڳڙو هيئہ سو تہ هليو ويو هاڻ گهر گهات تنهنجو ئي آهي. تون هن کي سنڀال، پر سڪوءَ نہ مڃيو. سوهن جائداد جي لالچ ۾ اُتي ئي رهي پيو. سڪوُ سمن کي ساڻ وٺي پنهنجي گهر موٽي آئي ۽ پنهنجي ڪم کي لڳي ويئي.

شُمن ڪافي ذهين هئي ۽ پڙهائيءَ ۾ ڪافي تيز هئي. هر سال پهريون نمبر ايندي هئي. سرڪار طرفان وظيفو پڻ ملندو هيس. پنهنجي قابليت سان بارهين درجي کان پوءِ سڌو ايم. بي. اي. ۾ داخلا ملي ويس.

سڪوءَ جو پاليل پُٽ جڳو گاڏيءَ تي مال ڍوئي مزوري ڪندو هو. جيڪو ڪمائيندو هو اچي مائيءَ (جگو سڪوءَ کي مائي ڪري سڏيندو هو) جي هٿ ۾ رکندو هو. رات جو ماني کائي گاڏي تي ئي سمهي پوندو هو. سڪو گهڻو ئي چوندي هيس تہ پُٽ اندر اچي سمهہ پر هو بهانو ڪري چوندو هو، مائي، گاڏي تي سمهڻ سان گاڏو چوري نہ ٿيندو.

شُمن جي ڪاليج ۾ ڪلاس ۾ ديوراج جو پُٽ سڪديوراج پڻ پڙهندو هو. خوبصورت ۽ سهڄ سياءُ جو نوجوان هو. پڙهڻ ۾ هو پڻ ڪافي تيز هو. بي. ڪام. ڪرڻ ڪانپوءِ ايم. بي. اي. ۾ آيو هو. سڪديو شُمن ڏانهن ڪافي مائل هو. هروقت شُمن جي قريب رهڻ چاهيندو هو. ڏيري ڏيري شُمن پڻ شُڪديو کي

پائڻ لڳي. ٻنهين جي دوستي ڪڏهن پيار ۾ بدلجي ويئي پتو ئي نہ پين. سڪديو دوستيءَ کي رِشتي ۾ بدلڻ پئي چاهيو، مگر سُمن جي پهرين پسند پڙهائي هئي. سڪديو چاتو تي ڪيس ايم. بي. اي. ڪرڻ ۾ ٻہ سال لڳندا ، جڏهن ڪ سُمن کي پنج سال. ايترو وقت هو ترسڻ لاءِ تيار نہ هو. نہ ئي هن جا ماءُ پيءُ ۵ سال اِنتظار ڪرڻ چاهيندا.

سڪديو سُمن کي پروسو ڏياريو تہ هوءَ شاديءَ کان پوءِ ٻہ پڙهائي جاري رکي سگهندي. سُمن پنهنجي حيثيت ٻڌائي ٽارڻ چاهيو. سڪديو صاف لفظن ۾ چيس تہ ڪيس اُن ڳالهہ سان ڪوئي مطلب ڪونهي تہ سُمن جي حيثيت ڇاهي يا سندس ماءُ ڇا ڪندي آهي. سُمن لاچار ٿي چيس تہ پنهنجي ماءُ کان پُڇي پنهنجو فيصلو ٻڌائيندس. سڪديو ان لاءِ راضي ٿي ويو.

اُن ڏينهن سُمن رات جو سمهڻ کان اڳ ماءُ سان پنهنجي ۽ سڪديو جي رشتي جي باري ۾ ذڪر ڪيو. ۽ سندس اِجازت گهري. ٻڌي سڪوبائيءَ جون وايون بتال ٿي ويون. سڪوبائيءَ کي خبر هئي تہ سڪديو ديوراج جو پُٽ آهي. سڪوءَ سُمن جي مٿي تي هٿ ڦيريندي چيو، ٻچڙي، پنهنجا قدم واپس هٽاءِ، هيءَ رِشتو هرگز هرگز نہ ٿيندو.

ڇو نہ ٿيندو امڙ؟

ديوراج هرگز نہ چاهيندو تہ سندس پُٽ هڪ نوڪرياڻيءَ جي ڌيءَ سان شادي رچائي.

هيءَ تون ڇا ٿي چوين، امان؟

سچ ٿي چوان ڌيءَ، آءُ ان جي گهر ۾ ڪم ڪندي آهيان.

سمن چيس مون پنهنجي حيثيت ٻڌائي آهي سڪديو کي. تہ بہ هو تيار آهي. هو پنهنجي ماءُ پيءُ کي ان لاءِ

مڃائيندو.

تہ بہ مان نٿي چاهيان، تون ان گهر ۾ وڃ.

آخر ڇو امڙ؟

نہ پُڇ، ٻچڙي، تون اِهو سپنو ڏسڻ بند ڪر.

توکي ٻڌائڻو ئي پوندو امان. توکي منهنجو قسم.

مجبورن ئي ڪيس ٻڌائڻو پيو پہ ڪيئن ديوراج ساڻس زور زبردستي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ ڪيس رکيل بڻائي رکڻ ٿي چاهيو. ڪيئن سکوءَ ڪيس ٺڦ وهائي ڪڍي هئي. سکوءَ آهہ ڀريندي چيو، ديوراج پنهنجي بيعزتي ڀليو نہ هوندو. هو هن رِشتي لاءِ هرگز تيار نہ ٿيندو.

ٻُڌي شُمن جون ناسون ڦولجڻ لڳيون. اکيون انگارا وسائڻ لڳيون. منيون ڀيڪوڙجي ويس. واس مان شوڪارا نڪرڻ لڳس. سکو، شُمن جي پٺيءَ تي هٿ ڦيري شانت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

ايندڙ بہ ڏينهن ڪاليج بند هو. ڪاليج کلڻ تي شُمن جو سکديو سان ملڻ ٿيو. ليڪن هوءَ ڪنارو ڪري نڪري ويئي. لنچ ٽائيم تي سکديو شُمن جو هٿ پڪڙي ڪينٽن ۾ وٺي ويس. هڪ ڪنڊ واريءَ ٽيبل تي وڃي وينا. سکديو شُمن جي اکين ۾ تڪيندي چيو، هاڻي ٻڌاءِ هن بيرُخيءَ جو سبب ڇا آهي؟

ڪجهہ نہ بس اسان جو ميل ناممڪن آهي.

ڇو ناهي ممڪن؟

اسين ٻئي نديءَ جي ٻن ڪنارن مثل آهيون، جن جو ملڻ ناممڪن آهي.

اسين نديءَ جا ڪنارا نہ آهيون. وقت جي ڌارا ۾ وهندڙ همسفر آهيون. اسان جي منزل هڪ ئي آهي، مقصد هڪ ئي

آهي.

هڪ موڙ تي اچي ڏارا به الڳ الڳ ڏشائن ۾ مڙي ويندي آهي. اُن ۾ وهندڙ به الڳ الڳ ڏشا ۾ هليا ويندا آهن.

ائين نه چئه شمن. اسان جي ڏشا هڪ ئي رهندي، منزل هڪ ئي رهندي.

تون منهنجي اُلجهن ڪي نه سمجهي سگهندين.

تون ٻڌائيندينءَ تڏهن ته سمجهي سگهندس نه.

ڇا ٻڌايانءَ، ڪيئن ٻڌايانءَ، ڪجهه سمجهه ۾ ئي نٿو اچي.

تون مون کي پنهنجو سمجهين ٿي ته سڀ ڪجهه صاف صاف ٻڌاءِ.

جيڪو سندس ماتا شمن کي ٻڌايو اِهو سڀ شمن سڪديو کي ٻڌايو. ٻڌي سڪديو جو ڪنڌ شرم کان جهڪي ويو. شمن جو هٿ پڪڙي چيائين، شمن آءُ شرمسار آهيان. ليڪن انجو اِهو مطلب هرگز نه ٿيو ته مون پنهنجو اِرادو بدلي ڇڏيو آهي. آءُ ان سڀ جي باجود توسان شادي ڪرڻ ٿو چاهيان ۽ ضرور ڪندس. ڊئڊيءَ جي اِجازت ملي يا نه ملي آءُ پڙهائي ڇڏي نوڪري ڪندس. توسان شادي رچائي الڳ رهنداسين. آءُ اڄ ئي ڊئڊيءَ سان ڳالهائيندس.

ديوراج بئنڪ ۾ ويهي ٽي وي ڏسي رهيو هو. درگا ڪِچن ۾ مشروف هئي. سڪديو بئنڪ ۾ ويو. هن ٽي. ويءَ جو سوچ آف ڪري ڇڏيو. ديوراج کي چيائين، آءُ توهان سان ڪجهه ڳالهائڻ ٿو چاهيان.

ديوراج حيرانيءَ مان پڇيو، ان لاءِ ٽي وي آف ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟

اهم وشيہ تي ڳالهائڻو آهي. توهان جي پوري توجہ ضروري آهي ان ڪري ٿي. وي. بند ڪري ڇڏي.

ديوراج سُڌو ٿي وينو. پنهنجو ڌيان سڪديو طرف ڪري چيائين، چئہ ڇا ٿو چوڻ چاهين؟

آءٌ هڪ اِهڙيءَ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ ٿو چاهيان جيڪا جهوپڙپٽيءَ ۾ رهندي آهي. ان جي ماءُ اسان جي گهر نوڪري ڪندي آهي.

ديوراج ڇرڪ ڀريو، پوءِ تاڙي وڄائيندي چيائين، واهہ! ڇا خوب پسند آهي منهنجي لال جي. فورن غصي ۾ ڀرجي چيائين، توکي اِها بيوخوفي ڪيئن سُجهي؟ تو ڪيئن سوچيو تہ آءٌ اَهڙي واهيات رِشتي تي پنهنجي رضامندي ڏيندس؟

ڇا برائي آهي ان رشتي ۾؟

خوبي وري ڪهڙي آهي؟ ڇوڪرين جو ڇا اڪال پئجي ويو آهي؟ هرگز نہ ٿيندو، سماج ۾ پنهنجو نڪ ڪٽائڻو آهي؟ تو ٿو ڪرائڻي آهي؟

جهوپڙپٽيءَ جي ڇوڪريءَ کي ننهن بڻائڻ لاءِ نڪ ڪٽبو، سماج جا ماڻهو ٿو ٿو ڪندا ۽ جهوپڙپٽيءَ جي ڪنيا سان زورزبردستي ڪرڻ اُن کي رکيل بڻائي رکڻ سان سماج ۾ رُتبو وڌندو؟ واه واه ٿيندي؟

پٽ جي ڳالهہ ٻُڌي ديوراج جا هوش اُڏري ويا. نظرون جُهڪي ويس. وات بند ٿي ويس.

سڪديو ڳالهہ پوري ڪندي چيو، توهان نہ مڃيندءُ تہ آءٌ ضد نہ ڪندس. ليڪن ڪنهن ٻيءَ ڇوڪريءَ سان پڻ شادي هرگز نہ ڪندس. تا عمر ڪنوراو ئي رهندس. اِهو منهنجو اٽل اِرادو آهي. ايترو چئي سڪديو بئنڪ روم کان ٻاهر نڪري ويو. ديوراج ٻنهي هٿين سان مٿو پڪڙي ويهي رهيو.

ٻئي ڏينهن تي ديوراج سويل صبوح جو سکوٻائيءَ جي گھر ويو. مالڪ کي آيل ڏسي سکوٻائي هڪي ٻڪي رهجي ويئي. انديشي ۽ شنڪا سان من ۾ گھبراهٽ ڦهلجي ويس. سوچ ۾ پئجي ويئي تہ ويهڻ لاءِ چويس بہ، ايتري ۾ سُمن پڙهائي ڇڏي پنهنجي ڪُرسي کڻي آئي ۽ ديوراج کي ويهڻ لاءِ وينتي ڪئي. ديوراج هڪ نظر سان سُمن کي ڏٺو ڪنڌان ڪان بہ ڪتي بہ جهوپڙپٽيءَ جي نٽي لڳي. سندر تہ هئي سليقي واري پڻ هئي. ۽ سنسڪارن واري پڻ پئي لڳي.

ديوراج ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. سمجھہ ۾ نہ پئي آيس تہ ڳالهہ جي شروعات ڪيئن ڪري. سُمن صاف گلاس ۾ پاڻي کڻي آئي. پاڻي ديوراج کي ڏيئي پاڻ چانهہ ناهڻ لاءِ هلي ويئي.

ديوراج پاڻيءَ جو ڍُڪ پريندي سکوءَ کي چيو، سکو ديوي، آءٌ تنهنجي در تي جهولي ڦهلائڻ آيو آهيان تہ منهنجي خطاجي سزا ٻارن کي نہ ڏي. منهنجو هڪ ئي لال آهي. اُن جي خوشيءَ لاءِ آءٌ ڪجھہ بہ ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. توهان جي قدمن تي ڪِري معافي وٺڻ لاءِ پڻ تيار آهيان.

مالڪ....

مالڪ نہ، مالڪ سيني جو هڪ ئي پرماتما آهي. مون کي پاءٌ ڪر سڏ.

پائي صاحب، منهنجي سُمن پڻ مونکي اوتري ئي پياري آهي. جيترو توهان کي سکديو. مون کي تہ ڊپ هو تہ هي رِشتو توهان نہ سويڪاريندا. انڪري مون سُمن کي منع ڪئي هئي.

تہ پوءِ، آءٌ سمجھان تہ توهان سُمن کي منهنجي جهوليءَ ۾ وڌو؟

توهان شمن کي سويڪار ڪري مون تي احسان ڪيو آهي. جيڪو اِحسان مان عمر ڀر تائين نہ ڀلجندس. پر منهنجي هڪ وينتي آهي.

حڪم ڪيو.

اسين راجپوت آهيون اسان جي روايت موجب توهان کي ڇڇ ڪٽي منهنجي در تي اچڻو پوندو. آءٌ يٿا شڪتيءَ توهان جو ۽ ڄاڃن جو سواڳت ستڪار ڪندس.

مون کي منظور آهي.

شمن هڪ ٿِري ۾ بسڪيٽ ۽ چانهن جو ڪپ ڪٽي آئي. ديوراج خوشيءَ سان چانهہ پيتي. جيب مان پرس ڪڍي ڪري پرس ئي شمن کي خرچيءَ طور ڏنائين. شمن ادب سان جهڪي ڪري ديوراج کي پرڻام ڪيو. ديوراج پريم سان شمن جي مٿي تي هٿ رکيو. سڪوٻائي اُٿي صندوق کولي اُن مان هڪ ڳوٿري ڪڍي اُن مان ٢١ چانديءَ جا سڪا ڪڍي سڳن طور سڪديو کي ڏنا. سڪديو سِڪا وٺي اکين تي رکيا. پوءِ موڪلائي گهر روانو ٿي ويو.

پنهنجي وقت تي سڪوٻائي ڪم لاءِ رواني ٿي. سي ڪان پهريائين درگا جي گهر ويئي. درگا عزت ۽ قرب سان مليس. آءُ ڀڳت ڪرڻ چاهيائين پر سڪوءَ وينتي ڪندي چيس، نياڻيءَ جي گهر جو پاڻي بہ ناهي پيئڻو. مان هڪ وينتي ڪرڻ آئي آهيان. هاڻ توهان جي گهرءَ پاڙيوارن جي گهر ڪم ڪرڻ مناسب نہ ٿيندو. ڪم تہ ڪرڻو ئي پوندو، ان ڪانسواءِ ڪو چارو بہ ناهي. ليڪن مان ٻي هنڌ گهر ڳولهي وٺندس. توهان بہ ٻي مائيءَ جي تلاش ڪيو. جيستائين ٻي مائي مليو، آءٌ ڪم ڪندس. ليڪن تيستائين رِشتي جي ڳالهہ ظاهر نہ ڪجو. درگا کي سڪوءَ جي ڳالهہ واجب لڳي.

هڪ مهني جي اندر سُمن جي شادي طئہ ٿي ويئي.سڪوءَ باقي بچيل چانديءَ جا برتن، زيور ۽ سِڪا وڪڻي سُمن لاءِ سونو منگل سوتر ڪجهہ زيور ۽ ٻيو ڏاجي جو سامان خريد ڪيو. باقي بچيل پئسن مان چاچين جو سواگت ستڪار ڪيائين. ڪنهن جي بہ اڳيان هٿ نہ ڦهلايائين. اِنتظام ۾ پاڙي وارن پوري مدد ڪئي. ڪنيا دان جڳوءَ ئي ڪيو.

سُمن جي شادي ڪري وڃڻ سان سڪوبائي اڪيلي ٿي ويئي. جڳو سڄو ڏينهن مزوريءَ تي نڪري ويندو هو. رات جو ٿڪو ماندو ايندو هو. روٽي کائي بيسڌ ٿي سمهي پوندو هو.

من هاري تن بہ هارائي ويندو آهي. چاليهن سالن جي ئي عمر ۾ سڪو پاڻ کي ٻُڍي ۽ ڪمزور سمجهڻ لڳي. هاڻي زندگيءَ جو ڪوئي مقصد نہ رهيو هوس. زندگي هڪ بوجهہ وانگر نٿي ڍوئڻ چاهيائين. ڏينهن پوءِ ڏينهن سندس اِها اِڇا پربل ٿيندي وئي. هاڻي سنسار کان رُخصت وٺڻ پئي چاهيائين.

آرتوار جو ڏينهن هو. جڳو گهر ۾ ئي هو. سڪوبائي جو من ڪم تي وڃڻ جو نہ ٿيو. گهر ئي رهي. جڳوءَ کي چانهہ ناشتو ڏيئي چڪي هئي. خود فقط چانهہ پيتي هُئين. کائڻ تي من نہ ٿيس.

جڳوءَ کي پرسان ويهاري اُن سان ڳالهيون ڪرڻ لڳي. چوڙي جڳو، مڙدي کي جلائڻ ۾ ڪانين تي وڏيڪ خرچ ايندو هوندو نہ؟

ڪهڙي خبر مائي.

۽ بجليءَ تي ڦوڪڻ ۾ گهٽ خرچ ايندو هوندو نہ؟

اِهڙيون ڳالهيون ڇو ٿي ڪرين مائي؟

حساب لڳائڻ تي چاهيان ته مرڻ تي گهڻو خرچ ايندو؟ چڱي ڀلي ته آهين، مرڻ جون ڳالهيون ڇو ٿي ڪرين؟ جيئڻ کان من ڀرجي ويو آهي. هن وٽ وڃڻ ٿي چاهيان.

ڪنهن وٽ وڃڻ ٿي چاهين؟

سُمن جي پيءُ وٽ.

عجيب آهين مائي. جڏهن هو جيئرو هو ته نه وئين، جڏهن هليو ويو ته اُن وٽ وڃڻ ٿي چاهين.

دماغ ڦري ويو هو منهنجو راجپوتي خون جي تاثير سبب درپ ڀرجي ويو هو ڀيڄي ۾. هاڻي سوچيان ٿي ته پڇتاءُ ٿو ٿئي.

جڏهن سڏ ٿئي ته هلي وڃجانءِ، هاڻي ڇو ٿي فڪر پالين.

مان جيڪي ڇئي رهي آهيان. سو ڏيان سان ٻُڌ. جيڪي چوان سو ڪر.

چئُه مائي ڇا ڪريان؟

صندوق ۾ هڙ پيئي آهي اِها ڪڍي اچ.

صندوق ۾ ٻه هڙون پيون هيون، ٻئي ڪڍي آيو. هڪ هڙ جهُوءَ کي ڏيندي چيائين ته تنهنجي ڪمائي اٿئي سنڀالي رک انکي.

ان کي مان ڇا ڪندس مائي؟ مان ته توکي ڏني هئي. توئي ته پاليو آهي مون کي.

مان ڇا ڍابو کولي رکيو آهي جو توکان ڪارائڻ پيئارڻ جو حساب وٺان؟ پُٽ ڪري پاليو آهي. هاڻي هي گهر تنهنجو آهي.

لالچ ٿي ڏين مائي؟

ان ۾ منهنجو سوارٿ آهي. مان چاهيان ٿي ته منهنجي

مرڻ ڪانپوءِ هي گهر آباد رهي.

ان لاءِ سوهن ياڻي آهي نہ، سُمن پيڻ آهي.

منهنجي سامهون اُن پاڃيءَ جو نالو نہ وٺ. سُمن پنهنجي محل جهڙو گهر ڇڏي هن جهوپڙيءَ ۾ اچي رهندي؟ توکي ئي گهر کي آباد ڪرڻو آهي ۽ پڻ منهنجي مڙه کي تون ئي اگني ڏجانءِ. ڪنور دل ڄڳوءَ جي اکين مان زارزار نير وهڻ لڳو.

سکوءَ چيس، هاڻي ڇو ٿو روئين! اجان تہ مان ويٺي آهيان نہ.

سکوءَ ٻي هڙي کولي ان مان ٻُٽي هزار رپيا ڄڳوءَ کي ڏيندي چيائين تہ هي رڪ منهنجي ڪرياڪرم لاءِ، ٢٥٠ رپيا، ٻيا ٻُٽي ڏيندي چيائينس، پڻ مڙدي جي رک ۽ هاڻيون نديءَ ۾ وجهڻ سان پوتر جل خراب ٿيندو آهي. منهنجي رک ۽ هاڻيون پتر پروت تي ڪٽي وجهجانءِ، اُتي ڪڏو کوٽي اُن ۾ پوري هڪ وڻ لڳائي ڇڏجانءِ. هي اڍائي سو روپيہ ان ڪم لاءِ اٿيئي چانديءَ جا ١٠ سڪا ڏيندي چيائينس هي تنهنجي شاديءَ جي خرچي ۽ ڪجهہ زيور ڏيندي چيائنس باقي جيڪي بچيو اُهو سُمن کي ڏجانءِ.

ڄڳوءَ مونجهاري ۾ اچي چيو تہ مائي مان هي سڀ ڪيئن سنڀاليندس؟

تنهنجي حصي جو سُمن وٽ رکجانءِ، سُمن جي حصي جو سُمن کي ڏجانءِ ۽ پُڻ، مان پنهنجون ٻئي اکيون دان ڪرڻ ٿي چاهيان. ڪانجو ڪالونيءَ واري ڊاڪٽر کان فارم پرائي اچ مان صحي ڪري ڏيان.

ڄڳو گهٻرائجي ويو. سکوءَ کي چيائين، مائي مان هي سامان هاڻي ئي سُمن وٽ رکي اچان ٿو ۽ ڊاڪٽر کي پڻ

سڏي اچان ٿو.

ڊاڪٽر کي سڏي اچڻ جي ڪا ضرورت ناهي. بس شمن وٽان ٿي اچ.

جڳوءَ سمن وٽ پهچي سڄو سامان شمن جي حوالي ڪيو ۽ سربستي ڳالهه ڪري ٻڌايائينس. شمن گهٻرائجي ويئي. جڳوءَ سان گڏ پيڪي گهر آئي. اچي ڏٺائين تہ ماٽس چادر ڍڪي ڪري سمهين پيئي هئي. چادر هٽائي ڏٺائين تہ سڪوٻائي ڪُنجهي رهي هئي. نرڙ تي هٿ رکيائينس تہ لڳس تہ نرڙ ٻري پيو. ماءُ جي سرانديءَ وٽ ويهي سندس مٿو پنهنجي گود ۾ رکيائين. اکين مان جهر جهر نير وهڻ لڳس. گرم جل جون بوندون سڪوءَ جي منهن تي ڪِريون. سڪوءَ اکيون کوليون. شمن کي ڏسي سمجهائيندي چيائين، نہ روءُ ٻچڙي. ڪٽ تي پئي تر تر ٻري مرڻ تہ سزا پوڳڻي آهي نہ؟ هلي وڃڻ ۾ مُڪتي آهي.

شمن چيو، مان اِجهو ٿي ڊاڪٽر کي سڏي اچان.

سڪوءَ منع ڪندي چيس، مون کي ڇڏي نہ وڃ. موڪلاڻيءَ وقت مون سان گڏ رهہ.

شمن اکيون اُگهي ڇڏيون. من پڪو ڪري ماءُ جي وارن ۾ آڱريون ڦيرڻ لڳي. سڪوءَ جون اکيون ٻوٽجڻ لڳيون. ڪجهہ ئي دير ۾ سڪوءَ جو اکيون هميشهہ لاءِ ٻوٽجي ويون.

# آٽوگراف پليز

ڪنگفشر جو هوائي جهاز گوئا لاءِ ٽيڪ آف ڪرڻ لاءِ تيار هو. پئسينجر پنهنجي پنهنجي سيٽ تي ويهي چڪا هئا. وجيه به پنهنجن ٽن دوستن، اجيه، سنجيه ۽ راجيو سان گڏ هوائي جهاز ۾ سوار هو.

وجيه بيحد خوش هو. گوئا گهمڻ جي سندس چاهت اڄ پوري ٿي رهي هئي. ٽن سالن جي اِنتظار ڪانپوءِ هن دفعي بنا رُڪاوٽ جي پروگرام فائينل ٿي سگهيو هو. هوٽل سروور گروپ جي سرور فينڪس پارڪ ۾ چئن ڏينهن ۽ ٽن راتين جو پئڪيج ورتو هيائين. اوٽ موٽ جي ٽرين ۽ پلين جي رزرويشن پڻ ٿيل هئي. اِندور کان درنتو ۾ صبوح جو ۳۰-۱۱ بجي تي بامبي سينٽرل پهتا. سوا ٽي بجي واري جي فلائيٽ ۾ سوار هئا. سوائين پنجين بجه تي گوئا ۾ هوندا.

ايئر هوسٽيس پئسينجرس کي سيٽ بيلٽ ٻڌڻ، ضرورت پوڻ تي آڪسيجن يوز ڪرڻ ۽ امرجنسيءَ جي حالت ۾ پئراشوٽ ٻڌي وهان کان ٻاهر جمپ لڳائڻ بابت هدايتون ڏيئي رهي هئي. ڪئپٽن پڻ مائيڪ رستي پنهنجو نالو ٻڌايو ۽ فلائيٽ جي ڄاڻ ڏني. ڪجهه ئي دير ۾ هوائي جهاز رن وي تي ڊوڙڻ شروع ڪيو. ڪجهه ئي دير بعد اڳيان اُيو ٿي ڪري مٿي اُٿڻ لڳو. پوري طرح رن وي ڇڏي اُڏامڻ شروع ڪيائين. ٿوري ئي وقت ۾ آسمان جون بلنديون ڇهڻ لڳو.

چند منٽن کان پوءِ هڪ ٻي ايئر هوسٽيس ٽراليءَ ۾

پاڻيءَ جون بوتلون کڻي آئي ۽ هڪ هڪ بوتل هرهڪ پئسينجر کي ڏيڻ لڳي. ايئر هوسٽيس کي ڏسي وجيہ جون اکيون ڦاٽي پيون. چپ گول ٿي ويس. سيٽيءَ جو هلڪو آواز گونجي ويو. وجيہ کي پرسان ويٺل اجيہ ٽوڪيندي چيو، هي ڇا ٿو ڪرين؟ هيءَ ڪاليج جي ڪئنٽن ناهي. هوائي جهاز آهي. سيٽيون وڄائيندي تہ ماڻهون موالي سمجهندءَ

وجيہ اجيہ جي ڳالھہ شايد ئي ٻڌي. سندس پورو ڌيان ايئر هوسٽيس ۾ ئي هو. ايئر هوسٽيس بہ خوبصورتيءَ جو هڪ ئي نمونو هئي. اسپاٽليس بيوٽي. چهري تي ڪوئي تر بہ نہ هوس. مالڪ فرصت ۾ ئي گهڙيو هيس. سندس رچنا ۾ شايد فقط ٻن شين جو ئي اِستعمال ڪيو هيائين. مکڻ ۽ گلاب جون پنکڙيون. ڪمسن، معصوم چهرو، گلابي رنگت. بيوٽي ڪامپيٽيشن ۾ وڃي ها تہ مِس ورلڊ يا مِس يونيورس جو خطاب يقينن جيتي ها. ايئرهوسٽيس طرف گهڻن ئي پئسينجرس جو ڌيان ويو هوندو. پر وجيہ مدهوشيءَ جي حالت ۾ هو.

جيئن ئي ايئرهوسٽيس سندس قريب آئي، پنهنجو هٿ وڌائي چيائينس، آٽوگراف پليز. ايئرهوسٽيس حيرانيءَ مان چيس، مي؟

وجيہ چيس، يو پليز، رائيٽ يوئر نيم ائنڊ ڪانٽئڪٽ نمبر آلسو.

ايئر هوسٽيس ڪجھہ دير وجيہ جي چهري ڏانهن نهاري، مُسڪرائيندي اڳتي وڌي ويئي. اجيہ وجيہ کي چيڙيندي چيو، آڱوٺو ڏيئي ويئہ.

وجيہ موٽ ۾ چيس، ڪاش! آڱوٺو ڏيئي وڃي ها، تنهنجي

چوسڻ جي تہ ڪم اچي ها نہ.

ڪجھہ دير بعد ساڳي ايئرهوسٽيس ٽراليءَ ۾ خالي بوتلون کڻڻ آئي. وجيہ جي پرسان آئي. وجيہ کي هڪ پيپر نمڪين ڏيئي اڳيان وڌي ويئي.

وجيہ نيپڪن کولي ڏٺو، پيپر تي لکيل هو، روزي، هينيان موبائيل نمبر پڻ لکيل هو. وجيہ نمبر پنهنجي موبائيل ۾ سيوَ ڪيو. پوءِ پيپر نيپڪين اجيہ کي ڏيکاريندي چيو، هي ڏس!

اجيہ حيران ٿي ويو. وجيہ کي چوڻ لڳو. مجھٹو ئي پوندو، ڇوڪريون پٽائڻ ۾ ڪافي ايڪسپرٽ آهين.

وجيہ ناراض ٿيندي چيو، آءٌ لفنگو ناهيان جو ڇوڪريون پٽائيندو وتان. روزي پھرين ئي نظر ۾ منهنجي دل و دماغ تي ڇانئجي ويئي آهي. روزيءَ کان سواءِ آءٌ پنهنجي وجود جي باري ۾ سوچي نٿو سگھان. آءٌ گوٺا ٽوئر کي يادگار ۽ هني مون ٽِرپ بڻائڻ ٿو چاهيان. وقت بلڪل گھٽ آهي. گوئا اچڻ کان اڳ ئي روزيءَ کي شاديءَ لاءِ راضي ڪرڻو آهي.

ايترو چئي، اجيہ اُٿيو ۽ ٽوائليٽ طرف وڌي ويو. ٽوائليٽ ۾ وڃي دروازو بند ڪري روزيءَ جو نمبر لڳايائين. موبائيل جي اِسڪرين تي روزيءَ جو مُسڪرائيندڙ چھرو اُڀري آيو. هاءِ هيلو کان پوءِ وجيہ چيس، روزي تنهنجو نالو اڌورو آهي.

روزي چيس، روزي ڊسوزا.

وجيہ: آءٌ سنگل نالي جي لاءِ ٿو چوان. تنهنجو بدن گلاب جي پنکڙين ۽ مکڻ مان ٺهيل آهي. تنهنجو نالو روزي بٽر هئڻ گھرجي.

روزي: آءٌ ٻئر نہ آهيان جو پگهرجي وڃان يا ڪوئي مون کي ٻرڪائي وڃي. روز ۾ ڪنڊا بہ آهن جيڪي چڀندا بہ آهن.

وجيہ: ڪنڊن جي چُڀڻ بہ منظور آهي، هڪ دفعو گلي تہ ملِ.

روزي: خواب ٿو ڏسين.

وجيہ: خواب ڏسڻ جو وقت مون وٽ ناهي. آءٌ ڪئڪ ڊسيشن وٺندو آهيان. فلائيٽ ۾ اڄ تنهنجي آخري ڊيوٽي آهي. گوئا پهچڻ شرط رزائين ڪجانءِ ءِ مون سان اڇي لائونج ۾ ملجانءِ. اڄ فقط اڄ تون روزي ڊسوزا آهين سڀاڻي کان تون روزي وجيہ آهوجا سڏبيئن.

روزي: تون تہ جيٽ کان بہ تيز پڇي رهيو آهين.

وجيہ چيو، ضروري آهي. آءٌ گوئا ٽرپ کي هنيمون ٽرپ بڻائڻ ٿو چاهيان.

روزي: رکان ٿي.

وجيہ : پهريائين واعدو ڪر، تون مون سان ملڻ ايندينءِ؟

روزي: هولڊ ڪر ، مان ٿوريءَ دير ۾ اچان ٿي.

ڪجهہ دير بعد، وجيہ! تنهنجو سپنو سپنو ئي رهجي ويندو. ڪناري تي ڪشتي ٻڏڻ واري آهي. اسين گوئا جي قريب آهيون. پر پلئن صحي سلامت لئنڊنگ جي حالت ۾ ناهي. ڪنهن بہ وقت پلئين ڪرئش ٿي سگهي ٿو. تون فورن وڃي پنهنجي سيٽ وٽ رکيل پئراشوٽ کڻي گيٽ وٽ اچ. ٿوريءَ دير ۾ ڪئپٽن انائونس ڪندو. سيني مسافرن کي چوندو پئراشوٽ ذريعي پلئن مان نڪري هيٺ لهن. مان چاهيان ٿي سڀ کان پهرين تون جمپ لڳاءِ.

وجيہ: ۽ تون؟

روزي: اسان جو فرض آهي پهريائين سيني مسافرن کي صحي سلامت ٻاهر ڪڍڻ. ان کان پوءِ جيڪو ڪئپٽن جو حڪم ٿيندو.

وجيہ: ٺيڪ آهي، آءٌ اُن شرط تي هيٺ جمپ لڳائيندس تہ تون پنهنجن هٿن سان پئراشوٽ ٻڌ ندينءَ ۽ گلي ملي الوداع ڪنديئن.

روزي: آءٌ تنهنجي سلامتي چاهيان ٿي. مون کي تنهنجو شرط منظور آهي. تون پئئراشوٽ کڻي گيٽ تي اچ.

وجيہ: او. ڪي. چئي سيٽ وٽ آيو. پئراشوٽ کڻي واپس وڃڻ لڳو. اجيہ پڇيس وري ڪيڏانهن وڃين ٿو؟

وجيہ: ڏيري سان چيس، ٿوريءَ دير ۾ خاص اناؤنسمينٽ ٿيڻ واري آهي ڏيان سانُ ٻڌ.

ايترو چئي وجيہ گيٽ تي هليو ويو. روزي اُتي مؤجود ئي هئي. روزيءَ پئراشوٽ وجيہ کي ٻڌي ڏورون جا هينڊل ٻنهين هٿن ۾ ڏنس. پوري طرح تيار ٿيڻ کان پوءِ وجيہ چيس، هاڻي ايترو گلي مل جو روز جا ڪنڊا پوري طرح دل ۾ چُڀي وڃن.

روزيءَ پنهنجون ٻئي ٻانهون وجيہ جي گلي ۾ وراڻي زور سان وجيہ سان لِپٽي پيئي. وجيہ بہ پنهنجا ٻئي هٿ آزاد رکي ٻنهين ٻانهن سان روزيءَ کي لپيٽي ڇڏيو. ايتري ۾ ڪئپٽن پلئن جي ڪرئش ٿيڻ جي انديشي جو ٻڌائي مسافرن کي پئراشوٽ رستي پلئن کان ڏرتيءَ طرف چلانگ لڳائڻ لاءِ چيو. پلئن ۾ افراتفري مچي ويئي. ڪئپٽن ايئرپورٽ اٿارٽيءَ کي پڻ هوائي جهاز ۾ آيل خرابيءَ کان

واقف ڪيو ۽ پئسينجرس کي پئراشوٽ رستي هيٺ لهڻ جي هدايت ڏني.

آفيسرن بروقت سيني بيچ جي لائيف گارڊس کي الرٽ رهڻ لاءِ چيو. سمنڊ اندر جيڪي جهاز هئا يا ٻيڙيون هيون انهن کي پڻ چيتايو ويو. فاير برگيڊ، پوليس ۽ ميڊيڪل اٿارٽيز کي پڻ امرجنسيءَ جي حالت ۾ تيار رهڻ لاءِ چيو ويو.

ايئرپورٽ تي پڻ فاير برگيڊ ۽ ائمبولنس تئنات ڪيون ويون.

روزيءَ اجيہ جي بدن جي گرمائش سبب مدهوش تي ويئي. امرجنسي گيٽ کولي ويئي. وجيہ روزيءَ کي پڪڙي اڃان بہ مظبوط ڪرڻ لاءِ چيو ۽ چيائينس، جيستائين آءُ نہ چوان پڪڙ ڍلي نہ ڪجانءِ.

وجيہ روزيءَ کي ٻانهن ۾ جڪڙي تڪڙو گيٽ طرف وڌيو. روزي بہ وجيہ سان گڏ گهلبي ويئي. جيستائين روزي ڪجهہ سمجهي، وجيہ گيٽ وٽ پهچي جهڪي روزيءَ سميت هوا ۾ ڇلانگ لڳائي. روزيءَ جي وات مان چيخ نڪري ويئي. خوف زده تي وجيہ سان اڃا بہ زور سان چُنبڙي پئي. وجيہ جا هٿ آزاد هئا. پئراشوٽ کلي ويئي. روزي پئراشوٽ جي اندر رهي. ٻئي هوا ۾ ترندا هيٺ لهڻ لڳا.

هڪ ٻئي جي پٺيان سوين ماڻهون هوائي جهاز مان ڇلانگ لڳائيندا ويا. هوائي جهاز رفتار ۾ هو. مسافر بہ الڳ الڳ جڳهين تي هيٺ لهندا ويا. حيرت انگيز نظارو هو. هر هڪ بيچ تي سوين ماڻهو هي نظارو ڏسڻ لڳا. وجيہ ۽ روزي ڪناري جي پرسان سمنڊ ۾ هيٺ اچي رهيا هئا. ٻنهين جي پاڻيءَ ۾

ڪرڻ بلڪل طئہ ٿي هو. وجيہ الرٽ هو، ساوڌانيءَ جي باوجود ٻئي پاڻيءَ ۾ اڇي ڪريا. اهو مڌگانوءَ جو ڪولوا بيچ هو. سمنڊ جو پاڻي چار فوٽ کان وڌيڪ گهرو نہ هو. پر ڪرڻ وارو تہ غوتو کائيندو ئي نہ. اُنهن کي ڪِرندو ڏسي ڪناري تي بيٺل ماڻهن مان ڪجهہ سندن مدد لاءِ آيا ۽ کين سنڀالي ورتو. کين پاڻيءَ ۾ ٻيهاري وجيہ کي پئراشوٽ جي ٻنڌڻن مان آزاد ڪيائون. ٻنهين جا ڪپڙا پوري طرح سان آلا ٿي ويا هئا. روزي بيهوش ٿي ويئي هئي. وجيہ روزيءَ کي ٻانهن ۾ کڻيسمنڊ کان ٻاهر آيو. پڇڻ تي معلوم ٿيس تہ بيچ جي قريب ئي روڊ تي ٻي ڪناري تي گوئا ٽوئرزم جو رِسورٽ هو. هو روزيءَ کي کڻي ڪري رسورٽ ۾ آيو. هڪ روم بوڪ ڪرايائين. روزيءَ کي پلنگ تي ليٽائي کيس هوش ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو.

هڪ ٻئري کي پئسا ڏيئي پنهنجي لاءِ هڪ ڪڙتو پائجامو ۽ روزيءَ لاءِ هڪ سلوار سوٽ گهرايائين. روزيءَ جي هوش ۾ اچڻ تي کيس ڪپڙا چينج ڪرڻ لاءِ باٿ روم ۾ موڪليائين. موبائيل پاڻيءَ ۾ ڀُسي خراب ٿي ويا هئا. رسپيشن کي اجيہ جو موبائيل نمبر ڏئي ڪانٽئڪٽ ڪرائڻ لاءِ چيائين. هوٽل جي لئنڊ لائِن تان اجيہ جي موبائيل جو نمبر لڳائي لئنڊ لئين کي اجيہ جو روم ۾ فون سان ڪنيڪٽ ڪيو ويو. ڪجهہ دير بعد وجيہ جو اجيہ سان ڳالهائڻ ٿيو. اجيہ ڪولنگٽ تي هيٺ لٿو هو. سنجيہ پنجيءَ جي پرسان ڏونا پائولا بيچ تي ۽ راجيو نامعلوم جڳهہ تي ناريل جي وڻ تي اٽڪيو هو. وجيہ اجيہ کي چيو تہ ڪولومن تي پارڪ ان رسورٽ پهچي. سنجيہ ۽ راجيو کي پڻ ميسيج ڪري تہ پارڪ ان پهچن.

روزي ڪپڙا بدلائي ڪري نڪتي تہ وجيہ ويو. وجيہ بہ چينج ڪري ٻاهر آيو. ريسٽارنٽ ۾ فون ڪري آمليٽ سينڊوچ ۽ ڪافيءَ جو آرڊر ڏنائين. ٽي. وي. چئنل چالو ڪري نيوز چئنل هلايائين. خبرن ۾ ٻڌايو ويو تہ ممبئيءَ کان آيل ڪنگفشر جي فلائيٽ جي جهاز کي ڪئپٽن صحي سلامت گوئا جي ايئرپورٽ تي لاٿو هو. پئسينجرس کي پنهنجو پنهنجو لگيج ڪليڪٽ ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو ويو. وجيہ ٽي. وي. آف ڪئي. ناشتو ڪائي روزيءَ سميت هيٺ لٿو. رسيپشن تي وڃي حساب ڪيائين.

ٽئڪسي گهرائي روزيءَ سان گڏ ايئرپورٽ روانو ٿيو. ايئرپورٽ پهچي روزيءَ کي چيائين تون آفيس وڃي پنهنجو لگيج کڻي اچ. آءُ پنهنجو ۽ پنهنجن دوستن جو سامان ڪليڪٽ ڪري وٺان ٿو.

روزيءَ آفيس پهتي تہ آفيسر ڊيوٽيءَ تي لاپراهہ رهڻ سبب سسپينشن آرڊر هٿ ۾ ڏنس. روزيءَ آفيسر کان هڪ پيپر شيٽ گهري. اُتي ئي پنهنجي اِستيفعا لکي ڪاغذ آفيسر جي هٿ ۾ ڏنائين. آفيسر حيرت مان ريزينيشن ليٽر ۽ روزيءَ کي ڏسڻ لڳو. روزيءَ پنهنجو سامان کڻي وجيہ وٽ آئي. وجيہ سڀ سامان ڪليڪٽ ڪري چڪو هو. ٽراليءَ ۾ سامان رکي ٻاهر آيا. ساڳئيءَ ٽئڪسيءَ ۾ ويهي پارڪ اِن ريسورٽ آيا. وجيہ پنهنجي روم پرسان روزيءَ جي لاءِ هڪ روم بوڪ ڪرايو. ٻئرن کان سامان کڻائي ڪمرن ۾ آيو. سڀ دوست گرمجوشيءَ سان هڪ ٻئي سان گلي مليا. اجيہ ٻانهون ڦهلائي روزيءَ ڏانهن وڌيو. وجيہ وچ ۾ اچي ويو. اجيہ شڪايت ڪندي چيس، اجيہ اِها غلط ڳالهہ آهي. مان ننڍو ڏير

آهيانس... پاپيءَ سان گڏجي ملڻ جو پورو حق آهي مون کي.

وجيہ: نندي ڏير جو فرض نباهہ، روزيءَ جا پير ڇهيس.

اجيہ روزيءَ جي پيرن طرف جهڪيو، روزي پوئتي هٽي ويئي.

اجيہ: ڏس وجيہ، پاپي پيري پوڻ نٿي ڏئي. گڏجي ملڻ ٿي چاهي. خامخواہ ڪباب ۾ هڏي ٿو بڻجين.

وجيہ: بڪواس بند ڪر. ڪباب کائڻ لاءِ هيٽ ريسٽارنٽ ۾ هلو. بڪ سيني ڪي لڳي هئي. سڀ تيار ٿي ويا. ڊنر ۾ هڪ کان هڪ لذيذ آئٽم هئا. هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي پسنديءَ جي آئٽمن جا آرڊر ڏنا.

ٻاهر سوئيمنگ پول جي آس پاس ڪرسيون ٽيبلون لڳل هيون. هڪ ٻي ڪرسي لڳائي پنجيئي ڄڻا ڊنر کائڻ وينا. ڊنر کان پوءِ ٻئرو هر ڪنهن جي پسند موجب آئيسڪريم ۽ ڪافي سرو ڪري ويو. کائڻ پيئڻ کان فارغ ٿي راجيو ۽ سنجيہ اُٿي هڪ طرف وڇايل کٽن تي وڃي ليٽيا. اجيہ بہ اُٿڻ لڳو، وجيہ چيس، پنهنجي موبائيل ڏئي وڃ. اجيہ وجيہ کي موبائيل ڏئي آرام ڪرسيءَ تي وڃي اڌ ليٽيو ٿيو. وجيہ ۽ روزي پڻ اُتان اُٿي هڪ طرف ايڪانت جي جڳهہ تي وڃي وينا. وجيہ موبائيل روزيءَ کي ڏيندي چيو، پنهنجي ممي ڊئڊيءَ کي ٻڌاءِ تہ سڀاڻي اسين ٻئي شادي ڪري رهيا آهيون. هو ٻئي ۽ ٻيو پڻ جنهن کي نيند ڏيڻ چاهين سڀاڻي شام جو پنجيءَ ۾ مقرر جڳهہ تي ۽ مقرر ٽائيم تي اچي وڃن.

روزيءَ ميسيج ڏيئي ڇڏي. اُن کان پوءِ وجيہ پنهنجي

پيءَ جو نمبر لڳايو. ڪيس ٿوري ۾ روزيءَ سان ملاقات ۽ شاديءَ جي فيصلي بابت ٻڌايو ۽ عرض ڪيو تہ مميءَ سميت سياڻي صبوح جو فلائيٽ سان گوئا وايا ممبئي اچي شاديءَ ۾ شامل ٿي آشيرواد ڏين.

ستيش آهوجا چيس، ماءُ سان، سياڻي اچڻ ممڪن ناهي، تون اُتي شادي ڪري هنيمون منائي اچ. پوءِ هتي اِچي ويدڪ ريتيءَ رواج سان ٻنهين جي شادي رچائبي ۽ رسيپشن رکبو. روزيءَ جي ممي ڊئڊيءَ کي بہ سالڻ وٺي اچجو.

وجيہ: ڊئڊي،توهان جي اِجازت تہ آهي نہ؟

ستيش: اِجازت بہ آهي تہ آشيرواد بہ.

وجيہ، ممي تہ ناراض نہ ٿيندي؟

ستيش: هان وٺ، ڳالهاءِ ماءُ سان.

وجيہ: ممي توهان ناراض تہ نہ آهيو نہ؟

پارتي: (وجيہ جي ماءُ) ناراض ڇو ٿيندس؟ تون اسان لاءِ گوئا مان روزيءَ جهڙو ناياب تحفو آڻي رهيو آهين. ان کان وڌيڪ خوشيءَ جي ڪهڙي ڳالهہ ٿيندي؟

وجيہ: ٿئنڪس مام، آءِ لو يو.

پارتي: هاڻي پنهنجو لوَ روزيءَ لاءِ بچائي رکہ. ان کي ضرورت پوندي. وٺ پنهنجي پيءَ سان ڳالهاءِ.

ستيش: پٽ وجيہ، ڏوڪڙن جي ضرورت پونديءِ؟

وجيہ: ڊئڊ، مون وٽ ڪريڊٽ ڪارڊ آهي. توهان ايجنٽ کي چئي سياڻي کان هڪ هفتي لاءِ اولڊ گوئا جي هوٽل رامادا ۾ هڪ سئيٽ ۽ هڪ ٣ بيڊ ڊيلڪس روم بوڪ ڪرائي ڇڏيو.

ستيش: سمجهہ تہ ٿي ويو. تنهنجي اڪائونٽ ۾ ٢ لک رپيا رکائي ڇڏيندس. اُتي اي. ٽي. ايم مان ڪڍائي وٺجانءِ.

وجيہ: ٿئنڪيو ڊئڊ.

اُت، وجيہ روزيءَ کي اُٿڻ لاءِ چيو.

ٻئي دوستن وٽ آيا. اُتان سڀ گڏجي وجيہ جي روم ۾ آيا. وجيہ دوستن کي چيو، دوستو سڀ ٿڪل آهيون، هاڻي آرام ڪريون. سڀاڻي صبوح جو تيار ٿي، نيرن ڪري رومس ڇڏي ڏينداسين.

سنجيہ: رومس ڇڏي ڏينداسين؟ ڇئن ڏينهن جا پئسا ڀريل آهن.

وجيہ سڀاڻي ڪان هني مون ٽرپ شروع ٿيندي. هوٽل رامدا ۾ رومس بوڪ ٿي ويا آهن. هاڻي جيڪي بہ خرچ ٿيندو اُهو منهنجو ٿيندو. جيب ۾ هٿ نہ وجهجو. صبوح جو ساڍي ڏهين بجي ٽئڪسيءَ ۾ پڻجيءَ هلنداسين. ضروري پرچيزنگ ڪنداسين. شاديءَ جي رسم ڪروز ۾ ادا ٿيندي. ڪنهن پادريءَ کي اُتي گهرائبو. روزيءَ جا ممي ڊئڊي ايندا. منهنجي طرفان توهان آهيو ئي. شام جو ٽئڪسيءَ ۾ رامادا هوٽل هلنداسين.

اجيہ: نيڪ آهي. اسين تنهنجا باراتي آهيون. جيئن تون چوندين تيئن ڪنداسين. هاڻي آءُ راجيو جي روم ۾ ايڪسٽرا بئڊ لڳائي ٿو وٺان. هن روم ۾ توهان ٻئي...

وجيہ اڌ ۾ ڪٽيندي چيس ضرورت ناهي. روزيءَ جي لاءِ مان روم بوڪ ڪرائي آهي. شاديءَ ڪان پوءِ روزيءَ توکي رپليس ڪندي.

سنجيہ: مطلب اڄ رات جو اجيہ ئي روزيءَ پاپيءَ جو رول ادا ڪندو؟

اجيہ: يو سالا، بدمعاش!

سنجيہ : راجيو، باءِ. چئي پنهنجي روم ۾ هليا ويا. وجيہ روزيءَ کي سندس روم ۾ وٺي ويو. روزيءَ وجيہ جي ڳلي ۾ ٻانهون وجهي چيس، وجيہ هي ڇا ٿي ويو، ڇا ٿي رهيو آهي. يقين ئي نٿو اچي. پلئن مان جمپ لڳائڻ واري ڳالهہ سوچي هاڻي بہ لڱن مان سيسرات ٿا نڪرن. تو جهڙو ڊئشنگ مئن مان ڏٺو تہ ڇا، ٻڌو بہ نہ هو ڪڏهن.

وجيہ: تون منهنجي زندگي آهين. تو کان سواءِ پنهنجي وجود جو سوچي ئي نٿو سگهان. جيڪي مون ڪيو. منهنجي مجبوري هئي. ٻڌ، مون اڃان تائين توکي ڪِس نہ ڪيو آهي. سياڻي شاديءَ جي رسم ۾ تنهنجي بيسٽ فرينڊ جو رول بہ آءٌ ئي ادا ڪندس. سياڻي سيني جي مؤجودگيءَ ۾ مان توکي ڪِس ڪندس.

روزي: منظور آهي. ليڪن مون لاءِ تہ ڪائي مجبوري آهي نہ ئي ڪو ٻنڌن. روزيءَ وجيہ جي گردن جهڪائي پنهنجا لب وجيہ جي چپن سان سٽائي ڇڏيا. ٻانهن جو گهيرو مضبوط ٿيندو ويو. چپ چپن سان چيڪي ويا. ٻئي جنم جنم جي پياس ٻجهائڻ لڳا. آخر ٻئي الڳ ٿيا. وجيہ پنهنجي روم ۾ ويو. روزيءَ دروازو اندران ئي بند ڪري ڇڏيو.

اڳلي ڏينهن طئہ پروگرام مطابق شاديءَ جي رسم کانپوءِ وجيہ روزي، اجيہ، سنجيہ ۽ راجيو هوٽل رامادا ۾ آيا.

هوٽل رامادا کي پنهنجي بيچ، پنهنجو سيومنگ پول، سپا، جم، ٽينس ڪورٽ، هر سهوليت ميسر هئي. ڪيڏانهن ٻاهر وڃڻ جي بلڪل ضرورت ئي نہ هئي.

هفتو ڪيئن گذريو ان جي ڪنهن کي ڪا خبر ئي نہ پئي. گوئا ۾ اُميد کان وڌيڪ انجواءِ ڪيائون. وجيہ لاءِ تہ

گوئا هڪ وردان کان گهٽ نہ هئي.

واپس ورڻ جي تياري ٿي چڪي هئي. روزيءَ وجيہ کي چيو هلون؟

وجيہ: آٽوگراف پليز.

روزي: او ييس. روزيءَ هڪ هڪ ڪري وجيہ جي شرٽ جا بٽڻ کولڻ شروع ڪيا. شرٽ هڪ طرف هٽائي پنهنجا چپ وجيہ جي دل تي رکي ڇڏيائين.



# ڪتاب گردش ۽ ليکڪ شري امرلال گوپالاڻي....

اڄ جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتاب ڇپجڻ جو ۽ انهن ڪتابن کي پڙهڻ وارن پاٺڪن جو انداز وڃي پيو گهٽبو، ان وقت اِندور جي بزرگ ساهتيڪار شري امرلال گوپالاڻيءَ جي قلم مان نڪتل ڪهاڻين جو سنگرهه گردش سچ پچ گهڻو ڌيان ڇڪائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ٿو.

اڄ وري جڏهن ڪي نوان ساهتيڪار صرف ۽ صرف پنهنجي نالي جي لاءِ لکن ٿا، ان وقت سنڌيءَ ۾ پهريون دفعو سنڌيءَ ۾ لکيل شري امرلال گوپالاڻيءَ جو هي ڪهاڻين جو مجموعو گردش سچ پچ سنڌي سماج ۾ آيل گردش کي ڪنهن حد تائين نئون صبح ڏيکارڻ ۾ گهڻي حد تائين ڪاميابي حاصل ڪئي اٿس.

٧٥ سالن جي عمر ۾ پڻ شري گوپالاڻيءَ جون ڪهاڻيون لکڻ جي شعلي ڪنهن نوجوان ليکڪ جي لکڻيءَ کان ڪا گهٽ ناهي.

شري امرلال گوپالاڻيءَ جي ڪهاڻين جي هن مجموعي ۾ ڪهاڻين ڌواران ليکڪ جتي ورهاڱي جي درد جو سهڻي نموني سان ذڪر ڪيو آهي ۽ اِن ورهاڱي جي ڪري ڪيترن کي ڪيترين نه ڀاڙي قيمتون چڪاڻيون پيون ان جو چِٽيءَ طرح ذڪر ڪيل آهي ته وري ڪيئن ڪو سُنو ماڻهو ڪيئن پنهنجي ئي دم تي سڄي ڳوٺ کي سرسبز بڻائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ٿو ۽ اِهو به بنا سوارٿ جي. شري امرلال گوپالاڻيءَ جي لکڻيءَ مان ائين ڪٿي به ظاهر نٿو ٿئي ته ڪو سنڌن هيءَ پهريون ڪتاب آهي. هن ڪهاڻين جي مجموعي ۾ لاجواب پيار جو سهڻو نمونو تمام سهڻي نموني سان چٽڻ ۾ ليکڪ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. پيار ۾ ڪيئن دوکو به

تيندو آهي ۽ پيار ۾ ڪيئن قرباني بہ تيندي آهي تہ پيار ڪيئن ٻن دلين جو ميلاپ آهي ان جو ورڻن ڪهاڻين دوران سهڻي نموني سان ڪرڻ ۾ ليکڪ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. سچي پيار لاءِ اِنسان کي ڪڏهن ڪڏهن ڪيتري نہ قيمت چڪائڻي ٿي پوي، سچو پيار ۽ نقلي پيار، پيار جي معنيٰ کي ليکڪ هنن ڪهاڻين ۾ سهڻي نموني سان چِتر چٽيو آهي. پيار اميري غريبي کان گهڻو مٿي آهي ان جو پڻ شري گوپالاڻيءَ پنهنجين هنن ڪهاڻين ۾ سهڻي نموني سان ذڪر ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي. ابوجهہ غريب ڇوڪريءَ جي دليريءَ جو يا وري ٺاٺ ٻاٽ سان رهندڙ راجائي خاندان جي آيل مصيبتن ۾ پڻ عزت سان رهي ڪري اڳيان وڌن ٿا ان جو پڻ ليکڪ پنهنجي هن مجموعي ۾ ڪهاڻين دوران ذڪر ڪيو آهي. پيار ڪرڻ لاءِ اِها دل کپي، اِهو حوصلو کپي، اِها همت کپي، اُن جو صحيح نموني سان ورڻن ليکڪ دوران پنهنجن ڪهاڻين ۾ ڪيل آهي. اوچ نيچ کان پيار پري ئي رهندو آهي. پيار جي ڪڏهن عمر نہ تيندي آهي ان جو پڻ سهڻو چِتر چٽيو آهي ڪهاڻين دوران شري امرلال.

سچ پچ شري امرلال گوپالاڻيءَ اڄ جي عمر ۾ هيءَ ڪهاڻين جو مجموعو لکيو آهي جنهن لاءِ شري امرلال گوپالاڻيءَ سان گڏ سنڌيت جا شيدائي شري چُني لال واڌواڻي واڌاين جا حقدار آهن. جنهن شري امرلال گوپالاڻيءَ کي سنڌيءَ ۾ لکڻ لاءِ همٿايو. سچ پچ اِهڙن سنو لکندڙن کي هر نموني سان همٿائڻ اسان جو فرض آهي. آمين

-مهيش پنجابي
سمپادڪ:
چٽگون هفتيوار
احمدآباد.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني ۾ِ چان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽڪر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)